# ديوانِ مير

مصنف:

مير غلام الله خان ٹالپر "مير"



ناشر:

بزمِ ٹالپر ادب، مور جهنگو - كنزي

ضلع تهرپاركر

سنڌ

# ديوان مير

مصنف

مير غلام الله خان ٽالپر

مرتب

پريتم "پياسي"

ناشر

بزم ٽالپر ادب "مور جهنگو" ڪنري
ٿرپارڪر سنڌ

# مصنف جا حق ۽ واسطا قائم

| | |
|---|---|
| ڪتاب : | ديوانِ مير |
| مصنف : | مير غلام الله خان ٽالپر - مور جهنگو |
| نگران : | ڊاڪٽر مير امان الله خان ٽالپر |
| مرتب : | پريتم "پياسي" |
| ڇپائيندڙ : | بزمِ ٽالپر ادب "مور جهنگو"<br>ڪنري ٿرپارڪر سنڌ |
| ڇپيندڙ : | نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد |
| دفعو : | پهريون |
| نوعيت : | شاعري |
| تعداد : | هڪ هزار |
| اشاعتي سال: | آڪٽوبر 1990ع |
| قيمت : | 40-00 |

DEWAN - MIR

Sindhi book of Poetry by

Mir Ghulam ullah khan Talpur "Mor Jhango"

Publisheed by Buzam Talpur Adab "MorJhango"

Kunri Tharparkar Sindh

# "انتساب"

نالي ڪيم پنھنجي پياري ۽ محترم والد الحاج مير احمد خان ٽالپر

سابق ايم - ايل - اي .
سابق پارليامينٽري سيڪريٽري
سابق صدر ٿرپارڪر لوڪل بورڊ جي،

# مهاڳ

عموماً مهاڳ ڪنهن دانشور، وڏي ليکڪ يا وڏي شاعر کان لکايو ويندو آهي. اها احسن روايت بدستور قائم آهي ان هوندي به هي تعارفي حروف مان پاڻ لکي رهيو آهيان اِن خيال کان ته منهنجو تعارف مون کان وڌيڪ ٻيو ڪير به بهتر نموني نٿو ڪرائي سگهي. باقي رهي راءِ ۽ مشورو اِهو ڪتاب جو هر قاري جنهن جي قابليت، ذوق، پسند ضرور مختلف هوندي سو جڏهن به چاهي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪٿ به ڪري سگهي ٿو. هي ڪتاب ”ديوانِ مير“ غلام الله خان ٽالپر ”مير“ منهنجي ابتدائي ڪوشش آهي جنهن ۾ علم عروض جي غلطين کان انحراف نٿو ڪري سگهجي ديوان جا تمام مرحلا مون پنهنجي ذاتي- پسند ناپسند ۽ ڪوشش تي آستوار ڪيا آهن. منهنجي شاعري جو ڪوبه اڃان تڪ استاد ناهي بس شوق ۽ چند علمي ڪتاب ئي رهنما رهيا آهن. ظاهر آهي ان قسم جي هر ڪوشش ۾ ڪي خاميون رهجي ويون هونديون جن کي اڳتي درست ڪرڻ جو موقعو ملندو. منهنجي ولادت هز هاءِ نيس شيرِ سنڌ ستارهِ هند ميرپور خاص جي آخري ٽالپر حڪمران مير شير محمد خان ٽالپر جي خاندان ۾ 1948ع-4-9 تي بمقام ڳوٺ مير شير محمد خان ٽالپر- ميرپور خاص ۾ ٿي. منهنجو خانداني شجرو هن ريت آهي. مير غلام الله خان ٽالپر ولد الحاج مير احمد خان ٽالپر ولد سرڪار مير حاجي عبدالله خان ٽالپر ولد شهزاده مير حاجي نبي بخش خان ٽالپر ولد

هزهائينس شير سنڌ، ستاره هند واليءِ ميرپور خاص مير شير محمد خان ٽالپر. ولد واليءِ ميرپور خاص مير علي مراد خان ٽالپر ولد بانيءِ حڪومت ميرپور خاص ستاره جنگ مير ٺارو خان ٽالپر. شجره لکڻ جو مقصد هتي سڃاڻپ ڪرائڻ آهي نه ڪي پنهنجي وڏائي ۽ اعليٰ نسبي جو پرچار ڪرڻ آهي. هن ڪتاب جي ادبي افاديت چاهي عام ڪتاب کان مختلف نه به هجي ليڪن ميرپور خاص جي رائل فيملي ۾ هن نوعيت جو هي پهريون ڪتاب آهي هن کان اڳ ڪو به صاحب ديوان ٽالپر ناهي. منهنجي ولادت هڪ اهڙي خاندان ۾ ٿي جت رب پاڪ جو فضل و ڪرم هر سو غالب هئو. جيئن ته آئون پنهنجي گهر ۾ پهريون اولاد هئس. انڪري منهنجي پالنا وڏي ناز و نعم سان ٿي فقط منهنجي سار سنڀال لاءِ ست خادمائون رکيون ويون، والدين جي اهڙي شفقت محبت ۽ پيار پري نظر مونکي لاپرواهه، مغرور ۽ خود غرض بنائي ڇڏيو. منهنجي تعليم فقط انٽرميڊيٽ تڪ رهي مون پرائمري تعليم جي ابتدا پنهنجي محسن استاد رئيس الهداد خان مري بلوچ کان پنهنجي ابائي ڳوٺ ۾ ڪئي. ان بعد سيڪنڊري تعليم ميرپور خاص جي گورنمنٽ هاءِ اسڪول ۽ حيدرآباد جي "حمايت اسلام" ۽ نور محمد هاءِ اسڪول مان حاصل ڪئي ڪجهه وقت سچل سائنس ڪاليج ۾ بائلاجي سيڪشن ۾ پڙهيس ليڪن مون تعليم مڪمل مسلم سائنس ڪاليج حيدرآباد ۾ ڪئي. بابا سائين جو خيال هئو ته اعليٰ تعليم حاصل ڪيان يا سندس نقش قدم تي هلي ايم-ايل-اي-ٿيان. پارليامينٽري سيڪريٽري ٿيان يا لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ ٿيان، ليڪن مان شاعر ٿي ويس. مونکي فخر آهي ته آئون شاعر آهيان هڪ حساس فرد جو اگر چاهي ته پنهنجي تاثير سان زماني جي رگ رگ ۾ سرائيت ڪري وڃي، لطيف،

اياز ۽ ملاح بنجي وڃي، اگر ايترو نه ته ان ڪاروان جي گردِ سفر بنجي رهان مان اڄڪلهه پنهنجي ڪاروبار سان گڏ سماجي ۽ سوشل ڪم به ڪندو رهان ٿو ڊسٽرڪٽ ٿرپارڪر جي ڪائونسل جو ميمبر به آهيان. وسيع دوستيون آهن، دوست مون لاءِ سڀ ڪجهه آهن. ٿرپارڪر ۾ ٽالپر ڪاز لاءِ جدوجهد ڪرڻ منهنجي ونڊر به آهي. سخنوري مون 1963ع کان شروع ڪئي آهي. ۽ هي ڪتاب 1990ع ۾ شايع ڪرايو آهم. ان بعد ٻيو مجموعهِ ڪلام پيش ڪندس. جنهن ۾ نوان غزل- ڪافيون- بيت- دوهيڙا- قطعات ۽ رباعيون هونديون. مان شاعري ۾ جدت پسندي نئي مضمون ۽ موضوع جو قائل آهيان. ايندڙ ڪتاب وڌيڪ موزون ۽ جامع هوندو. مان آخر ۾ فقط هي عرض ڪندس ته هي ڪتاب منهنجي ابتدائي شعر تي مبني آهي. قارئين جي راءِ مون لاءِ لائقِ اِصلاح هوندي. مان اوهان جي راءِ جو هر وقت انتظار ۽ احترام ڪندو رهندس. پريتم "پياسي" هڪ سٺو انسان نئون شاعر ۽ سيڪنڊري استاد آهي. ديوان جي ترتيب ڪار جي حيثيت ۾ هو منهنجو پاڻهن ٻيلي آهي. آئون سندس ٿورائتو آهيان جنهن منهنجو شوق وڌايو ۽ ان سلسلي ۾ مددگار رهيو.

دعاگو

**مير غلام الله خان ٽالپر**

"مور جهنگو فارم" ڪنري ٿرپارڪر.

# پيش اکر

آئون پنهنجي پهرين ملاقات ۾ ئي مير صاحب جي حسن سلوڪ جو گرويده بڻجي ويس. ڪيترين ئي ملاقاتن ۾ مير صاحب سان شعر و شاعري بابت ڪچهريون ٿيون. انهي دوران مير صاحب پنهنجو مجموعہِ ڪلام جو مسودو ڏيکاريو، جو سندن ڪاروباري ۽ سماجي مصروفيات سبب ڇپجڻ ۾ دير پئي ٿيو. سون ڏسڻ بعد مير صاحب کي مشورو ڏنو ته هن ۾ تقريباً تمام رديف موجود آهن، جي باقي رهن ٿا مڪمل ڪيو ته هن مجموعي کي "ديوانِ مير" جي نالي سان شايع ڪرايو ۽ ان سلسلي ۾ مون ڪلام کي ترتيب ڏيڻ ۽ شايع ڪرڻ لاءِ مڪمل تعاون جو يقين ڏياريو مير صاحب منهنجي مشوره کي مڃيو ۽ جلد رهيل رديف مڪمل ڪري ڏنا، جن کي مون ترتيب وار سيٽ ڪري پريس حوالي ڪيو. جيئن ته آئون خود به پنهنجي اسڪول ڊيوٽي سبب مصروف هئس، ان هوندي به ڇپائي جي نگراني لاءِ ڪڏهن خود، ڪڏهن پاڻ ڇوڪرام کي موڪليندو هئس.

مون کي افسوس آهي باوجود ڪوشش جي، پروفنگ جون خاميون رهجي ويون. جن جي پورائي لاءِ "پڙ ناموں" پڻ ڏنو اٿم. پڙهندڙ حضرات کي گذارش آهي ته، ديوان کي پڙهڻ کان اڳ "پڙ نامي" کي ضرور ڏسن.

ڪتاب بابت جيڪي مون کي لکڻو هو، اهو سڀ ڪجهه مير صاحب پنهنجي مهاڳ ۾ لکي ڇڏيو آهي. مير صاحب جو ڪلام بيحد خوبين سان ڀريل آهي ته تمثيل نگاري جو به ڪمال آهي، پر هڪ ڳالهه جنهن لاءِ مير صاحب خود به لکيو آهي ته "علم عروض" جون چند غلطيون تي سگهن ٿيون. سي ڪنهن حد تڪ محسوس ٿين ٿيون. انهن لاءِ آئون ايترو چوندس ته هن ابتدائي ڪوشش ۾ انهن کي درگذر ڪرڻ ۽ اڳتي بهتري جي اميد رکڻ مناسب ٿيندو.

مون کي هن ڪتاب جي ڇپجڻ سان اها خوشي آهي جو ميرپور خاص جي ماڻڪاڻي ٽالپرن ۾ اهڙو به ماڻهون پيدا ٿيو جيڪو نه رڳو شاعر آهي بلڪ "صاحبِ ديوان" پڻ آهي.

منهنجي سامهون ٿرپارڪر ضلعي جي ڪافي شاعرن جا مجموعه موجود آهن، جن کي ڏسندي آئون چئي سگهان ٿو ته مير صاحب اسان جي ٿرپارڪر ضلعي جو پهريون "صاحبِ ديوان" شاعر آهي. جا ڳالهه اسان لاءِ اعزاز جوڳي ۽ قابلِ فخر آهي. هن دور ۾ جتي خبر ناهي ڇا ڇا سان ڇا "اوت پٽانگ" ڪلام جا مجموعه ڇپجن پيا، مير صاحب جي ڪلام کي وري بہ نيڪ فال سمجهجي ٿو.

هن ڪان پوءِ به مير صاحب جي ڪلام جا مجموعا پيش ڪندا سون. آئين دعا ڪيون ٿا ته، الله سائين اڃان به

قلم کي رواني بخشي، جيئن پنهنجي علم و ادب سان ڀلاري ڀٽ ڏٽي جي سڀ کان پياري پوڻ ٿرپارڪر جو مان مٿاهون ڪري ۽ سندس قلم سنڌ جي ادب جي پياسن جي پياس دور ڪندو رهي.

دعاگو

صوفي فقير
آڪٽوبر 1990ع

پريتم "پياسي"
پوسٽ آفيس صوفي فقير
وايا ڏورو نارو ٿرپارڪر سنڌ.

اي "مير" ڪٿ ڪوڙين ۾ ديوان تهي وڃن
تعريف لک ۾ ايڏي حسين محب يار جي

# (رديف الف)

## غزل

### (خدا جي تعريف)

پنهنجي داستانِ محبت ۾ لکايو مولا،
غم الم آهي گهڻو مون کي ستايو مولا.

عاصين جو نہ اوهان ريءَ کو سهارو آهي،
پيو ڪٽي آهي ڪنارو تہ پڌايو مولا.

تــي خطا مون کان برابر آ خطادار آهيان،
مهر پنهنجي سان خطائن کي مٽايو مولا.

هاڻ توبهہ تو کيان پنهنجي گناهن کان وري،
هاڻ توفيق جو هٿ مون ڏي وڌايو مولا.

"مير" مجبور تــي لاچار تي پهتو آ ڏڏي،
پاجهہ جي ان کي کا خوشخبري سڻايو مولا.



# غزل

## (حضور صلي الله عليه وسلم جن جي تعريف)

آڌار آ اڙيـــن جـــو محبوب مصطفـــي
محبوب آ مڙيـــن جـو محبوب مصطفي.

ڪهڙي ثنا حبيبِ خدا جي ويهي لکان،
آ نـــور اکڙيـن جـــو محبوب مصطفي.

ڪافي آهي حشر ۾ محمد رسولِ عربـي،
وسيلو آهـي سڀن جـــو محبوب مصطفي.

هر غم جي دوا آهي صلوات محمد جي،
چٺ چنڊ آ دلين جـــو محبوب مصطفي.

اي "مير" شل نزازي انوارِ ڪرم سان،
شـافـي آ عاصين جـــو محبوب مصطفي.



# غزل

هو چشم جفا ڪار نہ غمخوار ٿئي ها،
هي زندگي بہ مون کي نہ درڪار ٿئي ها.

سان ڪيترو خالي ۽ گم نام هجان ها،
جي شوخ ڪج ادا سان نہ پيار ٿئي ها.

ڪٿ هئي پلا اسان جي دل جي گھٽي قيمت،
جيڪر نہ هن جي دل سان واپار ٿئي ها.

هن ڪان سواءِ منهنجي جنون جو خدا هئو،
نہ درد لادوا هئو نہ دلفگار ٿئي ها.

اي ”میر“ هن سواءِ ڪٿ ننگ و نام هو،
ڪٿ غم نصيب ٿئي ها درد آشڪار ٿئي ها.

# غزل

هي رات ڪيئن ڪٽي ها، جيڪر نه تون هجين ها.
ڪا ياد پئي ڦٽي هــا، جيڪر نه تون هجين هـا،

وينو اڱــڻ تــي آئون دروازي کي ڏسان هــا،
ڪا خاڪ پئي لٽي ها، جيڪر نه تون هجين هــا.

اکين مـان اشڪ وهندا دامن کي ريــج ڪن هــا،
ڪو زخم ٻج چٽي ها، جيڪر نه تون هجين هــا.

وسري وڃي هــا ڪائـڻ، دنيا لـڳي هــا ڏائــڻ،
ڪو سور ٻيو سٽي ها، جيڪر نه تون هجين هــا.

بـازي هــي محبت جي، رسمن سان هــي بـغـاوت،
دنيـا وڃي کٽي هــا، جيڪر نه تون هجين هــا.

شايـد مــري وڃان هــا، تـو کان سواءِ جانـــي،
هي اک نه ڪو پٽي ها، جيڪر نه تون هجين هـا.

دنــيـــا جـــو درد ڏيئـي سينو سـڄــو ڦـٽـيـو آ،
سو درد ڪيئن گهٽي ها، جيڪر نه تون هجين هـا.

هي ذهن "مير" جو بس هڪ وات ئي وڃي هــا،
هر ڳالهه پئي مٽي ها، جيڪر نه تون هجين هــا.

□

# غزل

عشق ۾ جيڪي نہ ٿيا، آزار آخر ٿي ويا،
برهہ ۾ جيڪي نہ ٿيا بيمار آخر ٿي ويا.

ويو ڦٽي سک چين آخر ننڊ آڏامي وئي هلي،
لوڪ ۾ جيڪي نہ ٿيا لاچار آخر ٿي ويا.

خونِ دل آخر مليو محبوب پنهنجي لب مٿي،
سونهن ۾ جيڪي نہ ٿيا سينگار آخر ٿي ويا.

رات ٿي جاڳي ڪٽي ۽ ڏينهن جو تارا ڏٺا،
درد ۾ جيڪي نہ ٿيا ديدار آخر ٿي ويا.

ٿي لٽا ويا تار تار اڙيا ٿيا سڀ وار وار،
نيهن ۾ جيڪي نہ ٿيا، نروار آخر ٿي ويا.

دل ڪڍي دنيا تان وئي غم اٿو گهر ٻار جو،
قرب ۾ جيڪي نہ ٿيا ڪم ڪار آخر ٿي ويا.

"مير" محبوبن وچي آخر سکي جورو جفا،
ترت ۾ جيڪي نہ ٿيا تيار آخر ٿي ويا.



## غزل

حسن وارا تکي چڪا هوندا،
زخم ڪيئي سهي چڪا هوندا،

سون ڪي در در رلائي منهنجا پرين،
منهنجو در در پڇي چڪا هوندا.

جيئن هتي آهه سان پريان ويٺو،
تيئن هو آهون ڀري چڪا هوندا.

هي خطا عشق جي خطا آهي،
هاڻ ان کي مڃي چڪا هوندا.

سون کي الفت ۾ ”مير“ درد ڏئي،
ڪيڏا بي چين ٿي چڪا هوندا.



# غزل

زندگي بي مقصد و مهجور آهه تو کان سوا،
هر طرح ٻـــر درد آ رنجور آ تو کان سوا.

تون نه آهين زندگي درڪار مون کي ناهي ٿي،
هر خوشي ڪائڻ پيئڻ سڀ دور آ توکان سوا.

هي حسين پر شڪوه دنيا زهر وانگي ٿي لڳي،
پور جوڙين ۾ بـدن ٿيو چور آ تـوکان سوا.

هر خوشي جي بدلي غم هر لطف عيوض درد،
مون سدا سهڻا ڪيو منظور آ تو کان سوا.

فصلِ گل ۾ دل جي حالت ديگران آهي پرين،
ڏس وري ٻيرن جهليو ٻـور آ تو کان سوا.

هـــي هوائي دشمنن شايـــد آڏائـــي آ سڄڻ،
”مير“ اڄ ڪلهه خوش وتي مسرور آ توکان سوا.



## غزل

تنهنجي چهري کي صبح زلفن کي شام سمجهون ٿا،
اسان تہ دنيا کي تنهنجو ئي نام سمجهون ٿا.

شڪست سمجهون ٿا، جيڪر ڪرون ٿا نظرن مان،
۽ مرڪ تنهنجي کي پنهنجو انعام سمجهون ٿا.

پنهنجي وفا کي ٿا سمجهون فرض محبت جو،
تنهنجي جفا کي محظ تلخ جام سمجهون ٿا.

پنهنجي فغان کي ٿا سمجهون پنهنجي ڪوتاهي،
تنهنجي سزا کي حسين گل جي لام سمجهون ٿا.

اوهان جي اکيان ڀلا ڪنهن جي ڇا اميري آ،
اسان تہ "مير" بہ تنهنجو غلام سمجهون ٿا.



# غزل

ڪڏهن تہ پورو اسان جو سوال ڪر سهڻا،
ڪڏهن تہ پنهنجي وفائن جو ڀال ڪر سهڻا.

ڪڏهن تہ مرڪي هليو آ اڱڻ اسان جي تي،
ڪڏهن دل جي تمنا جو خيال ڪر سهڻا.

ڪڏهن تہ ناز ڪري زلف مون تي کولي ڇڏ،
ڪڏهن تہ منهنجي اميدن جو سال ڪر سهڻا.

ڪڏهن تہ منهنجي تڙپ کي ملي سڪون پيارا،
ڪڏهن تہ پنهنجي ڀرن سان حلال ڪر سهڻا.

ڪڏهن تہ ”مير“ جي محبت جو رک ڀرم سائين،
ڪڏهن تہ پورا تمنا جا خال ڪر سهڻا.



# غزل

سوين شوق دل ۾ ڏسڻ جا رکون ٿا،
ڪئي خيال من ۾ ملڻ جا رکون ٿا.

زماني جي ديوار جي وچ ۾ آئي،
اسان ذوق ان کي ٽڏڻ جا رکون ٿا.

اچو نہ اچو يار وس آ اوهان جي،
تصور اوهان جي اچڻ جا رکون ٿا.

ڪڏهن من وصل جو وري واءُ پيارا،
فڪر دل ۾ تنهنجي ٿيڻ جا رکون ٿا.

ڪڏهن "مير" وٽ محب مهمان ٿيندا،
اسان ديپ ٻاري اڱڻ جا رکون ٿا.



## غزل

حوادث بي ڪران پاڳل ڪيو آ،
چوان ڪنهن کي تہ مون سان دل ڪيو آ.

پري نالو پئي جا يار هاڻي،
چمن غارت انهي بلبل ڪيو آ.

اسان جي بي زباني تي خفا آ،
چوي دنيا پئي تو غل ڪيو آ.

ڪنهن جي الفت بڻي آ زهر قاتل،
انهي هر شوق ڏي مائل ڪيو آ.

اسان جي "مير" وضعداري ڪي،
ڪنهن جي صورت اچي سائل ڪيو آ.



## غزل

اسان درد ۾ پڻ دعائون ڪريون ٿا،
سهي سڀ جفائون وفائون ڪريون ٿا.

ڀلا درد دشمن ته آهي اسان جو،
اچي ٿو ته ان جون گلائون ڪريون ٿا.

وصل جون اميدون رکي يار دل ۾،
جدائي جون پوريون سزائون ڪريون ٿا.

ڇٽي نه پون زخم تنهنجي جفا جا،
انهي خوف کان نه دوائون ڪريون ٿا.

ٻڌي "مير" جون من پڪارون وڃين تون،
انهي شوق ۾ بس صدائون ڪريون ٿا.



## غـزل

اڄوڪي زمـانـــي ۾ الـفـت ڪٿي آ،
رڳـــي مـحـب آهـــن محبت ڪٿي آ.

آهن درد دوکـا ڀـيـا ســـور سامهون،
ڇهن تـــي جـــا آهـي حقيقت ڪٿي آ.

سڪي دل ٿي جنهن پي محبت لئه يارو،
ســـا محبت ڪٿي آهي چاهت ڪٿي آ.

آهي ڪوڙ جـــو ۽ ڪپت جو زمانـو،
وفـــا جي حسينن کي فرصت ڪٿي آ.

وئـــي "مير" بنجـي دغـــا دوستي آ،
ڪجيبن ۾ الفت جـي عـادت ڪٿي آ.



# غزل

مرڪ تنهنجي ۾ ٿيا فاصلا ڇو ڀلا،
پيار ۾ هي ٻـــــــم ٿيا سلسلا ڇو ڀلا.

ڪول اکڙيون غزالــــي اي سهڻا سڄڻ،
تو تغافل سان ڪيا زلــــزلا ڇو ڀلا

وعــدا پنهنجا آخر پريــــا ڇو نــــه اڄ،
ڇڻ تـــــه پاڻي تي ٿيا بلبلا ڇو ڀلا.

وئي وڻي پـاڻ کي ڪهڙي مجبوري آ،
ڪيئي درپيش ٿيـا مرحلا ڇــو ڀلا،

ماڻهن کي لـڳــو تــي وڏو ڀوڳ اڄ،
ڇــڻ انهن لاءِ ٿيا مشغلا ڇــو ڀلا.

تنهنجي آغوش ۾ هــو رهيو "مير" اڄ،
ڇئو طرف ٿيا ڪئي غلغلا ڇــو ڀلا.



## غزل

هاڻي هجر جو حال ٻڌائڻ بہ ڏکيو آ،
ليڪن دردِ دل کي ڏيکارڻ بہ ڏکيو آ.

گمنامين کان خوف وٺي ٿو گهڻو مگر،
رسوائن ۾ پير کي پائڻ بہ ڏکيو آ.

دهليزِ محبت تي قدم شوق جو رکي،
هاڻي انهي کي پويان هٽائڻ بہ ڏکيو آ.

پابند ڪڏهن جا دل نہ رهي رسم و راه جي،
آواره ان کي راهہ تي لائڻ بہ ڏکيو آ.

ناهي فقط هي غم تہ ويو "مير" هو ڇڏي،
غم آ تہ ستمگر کي ڀلائڻ بہ ڏکيو آ.



# غزل

درد چاريندي شام گذري آ،
توکي ماريندي شام گذري آ.

رات جو حال ڪهڙو توکي ڏيان،
مون کي ماريندي شام گذري آ.

سور ڪهڙا شبِ فراق جا چئون،
نير هاريندي شام گذري آ.

ڇو ڪندين هاڻ حشر رات پرين،
ماڻهُ ڏاريندي شام گذري آ.

تو سواءِ شرابِ شوق ڪٿي،
زهر پياريندي شام گذري آ.

تو سواءِ ڪٿي سما "مير" جي شام،
وير واريندي شام گذري آ.



## غزل

نہ گل ۾ آهي خوشبوء نہ مج ۾ روشني آ،
تہ و ڪان سواء اهڙي حالت ۾ زندگي آ.

نہ ڪو نامبر ملي ٿو نہ ئي بادِ صبا گذري ٿي،
تو ڪان سواء سڀ جي مون سان ٿي دشمني آ.

ڇا حال چوان توکي محبوب جدائي جو،
سڀ حال جي اڳيئي توکي تہ آگهي آ.

بي چين نظر آهي بي چين فڪر آهي،
هر سوچ بي يقين آ هر ڳالهہ بي وسي آ.

هي ”مير“ سواء تنهنجي هين زندگي ٿو گهاري،
ڇڻ هر نفي جي هن سان ٿي ويئي دوستي آ.



## غزل

سوز ۾ هجر ۾ بس راحت آ،
غم ئي غم آ خوشي ڪاڻ فرصت آ.

تنهنجي الفت جو تير اهڙو آ،
زخم هر هڪ سان تي محبت آ.

نالو ڪٿ هؤ اسان جي هستي جو،
تي جنون ۾ اسان جي شهرت آ.

داغ اهڙا فراق جا دل تي آهن،
چڻ گلشن سان پري ڪا جنت آ.

زلف جا پيچ چڻ عدن جون گليون،
ڪيڏي خوشبوء آ ڪيڏي فرحت آ.

"مير" غم ۾ سنڌ ۾ وٺي تو گهڻو،
هن سان هر طرح جي تي نسبت آ.



# غزل

لبن سان ملائي ويو لال لب آ،
جنون جو اهو ئي تہ تازو سبب آ.

سڄڻ سال سورهن ۾ آ پير پاتو،
قيامت آ برپا غضب ٿيو غضب آ.

ٿي تقريب تازي ملڻ جي مٿي سان،
ٿي اپريل نئون بہ اڇوڪي عجب آ.

هو مهتاب بنجي اڱڻ تي اچي ويو،
چراغان چراغان سموري ٿي شب آ.

اسان "مير" قدمن تي سر آ جهڪايو،
اڳيان يار جي ڇا حسب آ نسب آ.



## غزل

وصــــل وارن منجهائي ماريـــو آ،
مـــن موٽ ورنه گهڻو ڏتاريـو آ.

رشڪ ڪائي نه ڪيئن دل منهنجي،
چنڊ ڪنهن بام تـــي آياريو آ.

ڪاش تيئن منهنجي زندگي سنوري،
سهڻي جيئن زلـف کي سنواريو آ.

ڇا بـــلا هجر ڇا آفت آ وصـل،
موٽ گهڻو بحث ان کي ڏاريـو آ.

جو ڪڏهن ”مير“ نه پئي وسري سگهيو،
سـو وڏي ويـر مـوٽ وساريـو آ.



## غزل

ايڏو ياد توکي ڪريان ٿو پيارا،
جيڏا عرش تي هي ڏسين ٿو ستارا.

ايڏو ياد منهنجي اندر ۾ تون آهين،
جيڏا ڪنهن مٿي تي آهن وار ڪارا.

ايڏو تو وٽين مون کي محبوب منهنجا،
جيڏا تا وٽن وت بسنتي نظارا.

ايڏي آس آهي، مان لاءِ تنهنجي
ٻڏل جيئن ڪو چاهي ندي جا ڪنارا.

جيئن طوفان ۾ لهرون ۽ آرزهه ۾ گرمي
تيئن آهن اوهان لئي اندر ۾ اوپارا.

جيئن تاڙو ڦٿڙي لاءِ پريشان آهي،
جيئن پاڻي ري ماهي پري ٿي شوڪارا.

ايڏو "مير" ساري تو سهڻا اوهان کي،
جيئن برسات سارين سانگي ويچارا.

# رديف "ب"

## غزل

رخ روشن تا چمن واه زلفن جا نصيب،
قريبِ لب تا رهن واه ڳلن جا نصيب.

اسان تہ خاڪ نقشِ پا بہ ٿي نہ سگھياسين،
اوهان جهوڙي ۾ هنيا تن واه ڳان جا نصيب.

اسان منسوب نہ ٿياسين اوهان سان يار ڪڏهن،
پيٽ تنهنجي ۾ رهن ٿا سرو سمن جا نصيب.

اسان ڪي ديد نہ تنهنجي نصيب ٿي دلبر،
اڱڻ تي آئين گهمي ٿيا صحن جا نصيب.

اسان ڪي سهڻا مقدر ۾ آه و درد مليا،
اهي ئي "مير" هميشه ٿيا عاشقن جا نصيب.



## غزل

وري بدگماني جو ڪهڙو سبب،
هي نئي مهرباني جو ڪهڙو سبب.

ڪرڻ چاڪ آيا حزين دل کي آهيو،
ايذي جانفشاني جو ڪهڙو سبب.

وري زخم ڇو ٿا ڏيو چاڪ دل تي،
انهي ٻي نشاني جو ڪهڙو سبب.

وري سر ملايو پيا ڇو عدو سان،
انهي هم زباني جو ڪهڙو سبب.

وري ياد آيو آهي ”مير“ ڇا لئي،
انهي قدرداني جو ڪهڙو سبب.



## غزل

آهون دانهون ڪري آپاري شب،
توبه توبه ڪري گذاري شب.

رات پر غم جو درد جو احساس،
ڪيڏي بي درد هئي سا ڪاري شب.

جنهن جي هڪ هڪ گهڙي قيامت هئي،
زهر جو ڍڪ ڪري آتاري شب.

هاڻ ڪو چنڊ ڪو نه تارو آ،
رات پر مون سڄي نهاري شب.

"مير" هي رات عجب رات هئي،
جڻ ته دشمن ڏني اڌاري شب.



# رديف "ٻ"

## غزل

ڪئي دشمن پچار آهي وري ڦرڪي پيو اڄ ٻ،
خزان بعد بهار آهي وري ڦرڪي پيو اڄ ٻ.

اچي پيو قافلو شايد غم هجران سندو يارو،
طرف هر هڪ غبار آهي وري ڦرڪي پيو اڄ ٻ.

ڪٿي هو بدگمان ٿي اڄ نہ مون کي ڇڏي ويو آ،
نظر تي اشڪبار آهي وري ڦرڪي پيو اڄ ٻ.

دڪان دل جو مالڪ ڇا وڃي پيو شهر پنهنجي مان،
ڇو ويران ٿي بزار آهي وري ڦرڪي پيو اڄ ٻ.

اسان ترڪ محبت "مير" ڪئي آهي تہ پوءِ ڇا لئي،
هي ڪنهن جو انتظار آهي وري ڦرڪي پيو اڄ ٻ.



# غزل

سچڻ ڪلفت جي شيري کان چڱي محبت جي آهي رب،
پلائن کان سفا تنهنجي مٺي دعوت جي آهي رب.

گهٽا شه زور شهزادا ٽڪا دعوت ڏٺي سون کي،
قبولي يار سون تنهنجي سدا الفت جي آهي رب.

پلي ڪو سادگي پنهنجي منجهان سمجهي ڪم نه سمجهي،
جدائي هجر کان بهتر سچڻ قربت جي آهي رب.

وفا جي جنهن ۾ آ خوشبوء حيا جي چاشني آهي،
سٺي سيني طعامن کان اها رغبت جي آهي رب.

تڪبر آ ريا آهي جتي اي "مير" نفرت آ،
لڳي ان بادشاهي کان چڱي غربت جي آهي رب.



# غزل

سوچ تي هر گمان تي آهي آپ،
دل جي ويران مڪان تي آهي آپ.

آه تي ڇو خفا ٿيو آهين،
ڏس ته هو آسمان تي آهي آپ.

ان سان دنيا جو ڪارخانو هلي،
تي حاوي جهان تي آهي آپ.

ان ڪري پئي فغان اندر مان اٿي،
تي غالب فغان تي آهي آپ.

"مير" ان لاءِ پيو نظارو وٺي،
تي طاري سمان تي آپ.



# رديف "پ"

## غزل

زماني جـــا سهڻا دغـابـاز سـپ،
حسين ٿيا هتي جـا جفا بـاز سـپ.

مان کهڙا ادائن جا نـالا ونـان،
تي قاتل اسان جا پيا نـــاز سـپ.

هي اکيون هي ابرو هي زلف هي لب،
ٿيا دل جهپڻ لئي آهن بــاز سـپ.

ٿي مجنون ويـاسين اسان عشق ۾،
رسي ويا اسان کان ادا ساز سـپ.

اسان "مير" الفت گهٽي ئي لڪائي،
کلي پيا زماني تي هــي راز سـپ.



## غزل

منهنجو دلبر سدا آهي اڻ لپ،
مون آ ڳوليو صفا آهي اڻ لپ.

هو ته ويجهو آ وينو ساهه اندر،
پر تو جاڻي خدا آهي اڻ لپ.

غير وٺ دم بہ دم پيو ڀڄي،
پر هتي دلربا آهي اڻ لپ.

هون ته دنيا ۾ پيار سستو آ،
پر هتي تي وفا آهي اڻ لپ.

”مير“ جرم، وفا تي هو آ خفا،
هن جي اهڙي سزا آهي اڻ لپ.



## غزل

ڏکيا مرحلا تيا جدائي ۾ سڀ،
اهي روڳ آهن وفائي ۾ سڀ.

آيو وات ۾ آ ڪليجو اسان جو،
اهي معجزا ٿيا جفائي ۾ سڀ.

طرفدار منهنجو رهيو ڪو بہ ناهي،
ويا ٿي اوهان جا خدائي ۾ سڀ.

برائي چڱي هئي بري هن جهان ۾،
ٿيا هي ڪرشما ڀلائي ۾ سڀ.

اسان "مير" صلح و صفائي رکي آ،
پيا يار ڏسجن لڙائي ۾ سڀ.



# رديف "ت"

## غـزل

تنهنجو پيـــار ۽ منهنجي محبت،
ديس تـــان قربـان پنهنجي چاهت.

هاڻ نہ مل ڪنهن هوٽل تي تون،
پـلـجـي وچ ســـا پهريـن الفت.

"شاليمار" جـــي ڪيفي جي اڄ،
ســـا نہ رهي آ ساڳـــي رنـگت.

ڪيئن ملون ڪنهن پارڪ ۾ جو،
ٻـاهـــر گـولين جـــي آ وحشت.

ڪرفيو جـي قـــانـون انـدر اڄ،
قيدي آهـــي تـــي هــر قسمت.

هاڻ نـــہ اچجان ان راهـن تـان،
خطرو آهـــي سهڻـا تـيـو جـت.

تنهنجي منهنجي شهر جـي "مير"،
ابـتـر تـــي وئـــي آهي حالت.



## غزل

زندگي ۾ نه وساري ٿو سگهان رات جي رات،
ڪنهن محبوب مسيحا سان ملاقات جي رات.

هاء ظالم جو ڪاي پيار مان پاڪر پائڻ،
دل ۾ طوفان اٿاريو انهي جذبات جي رات.

وصل جي تيز مهڪ ۽ ٻي خوشبوء،
دل کي پاگل ڪندي لمحات جي رات.

هو ڏجي گوڙ ڪان سيني مان لڳو،
واهه ساوڻ تنهنجي برسات جي رات.

"مير" اڄ واعدا وفا جا پوريا،
تي عجب ڪرم و ڪرامات جي رات.



# غزل

وفا ۾ مون کي ائين يار ڏني آهي شڪست،
خزان کي جيئن تہ بهار ڏني آهي شڪست.

وتان مسرور ۽ مغرور پيو زماني ۾،
ڪہ رنج و غم کي قرار ڏني آهي شڪست.

ترڪِ الفت کي ڪيئن ناصح چئو مڃان،
ڪہ نفرتن کي وري پيار ڏني آهي شڪست.

هي چمن هي گاي هي حسين بام و حصار،
وري صحرا کي ديوار ڏني آهي شڪست.

اي "مير" پنهنجي جنون کي غمن کي سودا کي،
اچي اڱڻ تي اکين نار ڏني آهي شڪست.



## غزل

وفا جي راهه تي نه ڪر عجلت،
حسين بلا سان نه ڪرڪا محبت.

عشق ۾ درد ئي چڱو آهي،
تون سکن ساڻ رک نه ڪا صحبت.

ڪاش رشتو اهو ئي راس اچي،
روح وارن سان چڱي آ رغبت.

جنهن ۾ شهر عدو جو ديرو آ،
ان شهر سان ٻه چڱي آ الفت.

"مير" ڪيڏو جهان کي سمجهايوءِ،
ڳالهه هڪ هڪ ۾ وئي تي حيرت.



# رديف "ٿ"

## غزل

نظر اوهان جـــي چڪي چٽي اٿ آٿ،
بـــزم ۾ آهي لـڳـي ڀٽـي اٿ آٿ.

ڇـــا ڪرين پيو هتـي اڪيلو تـــون،
آٿـــي ســـاري سنگت آ، وٺي اٿ آٿ.

حسن وارن جي لٺ لـٺـان ٽـــي ڀٽـي،
ڪجهه نـہ آهـي تـہ دل ڏٺـي اٿ آٿ.

تـون وفـائن تـي ڪهڙو نـاز ڪنديـن،
اهـــڙا آيـــا ويـــا ڪئـي اٿ آٿ.

اي "مير" اهڙي بـــزم ۾ ڇـو وهين،
خـلاف دل دمـــاغ ڀـــٺـي اٿ آٿ.



# غزل

چمن ۾ آهي خزان ۽ بهار ناهي ڪٿ،
قرار ڳولي ٿڪاسين قرار ناهي ڪٿ.

سهانڊا منهنجي مٺي جا صفا انگ آهن،
ڏٺاسين يار ڪيئن منهنجو يار ناهي ڪٿ.

اسان جي مجنون ٿياسين دشت آيو اڳيان،
ڪٿي نه سر ڪي ٽڪايون ديوار ناهي ڪٿ.

وفا نه آهي ڪٿي ۽ نه ڪٿ ادا آهي،
اکين جي آڏو اکين جو نه ٺار ناهي ڪٿ.

اي ”مير“ پيار جي بدلي دلين ۾ پاپ آهي،
چون ٿا پيار جهين ڪي سو پيار ناهي ڪٿ.



# ردیف "ٿ"

## غزل

ڏسڻ ۾ اچي پيو زمانو الٿ،
ڪهاڻي الٿ ۽ فسانو الٿ.

اوهان کون چاهيو مٺا وچي ٿيو،
ٿيو يار تنهنجو بهانو الٿ.

ڪٿي دل ڪٿي يار منهنجو جگر آ،
نه هڻ يار اهڙو نشانو الٿ.

عجب دل جي دولت هئي هن جهان ۾،
ٿيو لٽ لٽان ۾ خزانو الٿ.

اسان "مير" جنهنکي مقدر ٿي سمجهيو،
ٿيو يار جاني يگانو الٿ.



## غزل

محب جي فراقن سندا دل ۾ ڪئي ڦٽ،
ورونهه جي وراڪن سندا دل ۾ ڪئي ڦٽ.

ملي تو نه محبوب نه دل ٺري ٿي،
پنهنجي دانهن واڪن سندا دل ۾ ڪئي ڦٽ.

عقابي اکين جون کهاٽيون ڇئون کهڙيون،
سندن زخم چاڪن سندا دل ۾ ڪئي ڦٽ.

اچون ٿا گلي ۾ ئي موٽي وڃون ٿا،
انهي بند ٿاڪن سندا دل ۾ ڪئي ڦٽ.

اسان ”مير“ ڪنهن کي قصا هي ٻڌايون،
ته ٿيا ڦاڙون ڦاڪن سندا دل ۾ ڪئي ڦٽ.



## غزل

جهان جا هـــي ڏينهن چار آهن آٿــي لٿ،
مـــزا چند ڏينهن يـــار آهـن آٿـــي لٿ.

جواني جـــون شامون اچان رنـگ ۾ هـن،
پـريـا پـيـا هـي بـازار آهـن آٿـــي لٿ.

پسايـو پـــريـــن يـــار جـلـوو آ جانـــي،
گهڙي دم جـــا ديـدار آهـن آٿـــي لٿ.

ڪنڌهن لب تـي لالـي ڪنڌهن وار ڪارا،
حـسيـنـن جـــا سينگار آهـــن آٿـــي لٿ.

عجب "مير" سودا هتي تـــي وڃـن تــا،
ورونهہ جا هـــي واپـــار آهن آٿـــي لٿ.



# "رديف ٿ"

## غزل

وفــا جي بدلي ۾ جفا ٿي ڏئــي وٿ،
ڏئــي وٿ تون بس گلائي ڏئــي وٿ.

اسان کي محبت جـي سهڻي خطا تــي،
اي سهڻا سڄڻ تون سزا ٿي ڏئــي وٿ.

اسان لاءِ سهڻا اوهـــان وٽ اگـر ڪا،
جـزا جي نــہ آهي خطا ٿي ڏئــي وٿ.

اسان کي سڄڻ توسان ڪرڻـو آ سودو،
ڀلائي جـــي بـدلـي برائـي ڏئــي وٿ.

اسان "مير" آهيون اسان کي ڇا پرواهہ،
ڀلي تـون عدو کي خدائي ڏئــي وٿ.



## غزل

هو ڪندو اعتبار اسان تي نيٺ،
ورندو هن جو پيار اسان تي نيٺ.

هيل پل ظلم ۽ جفائون ڪري،
رحم آڻيندو يار اسان تي نيٺ.

اڄ خزان آهي تہ گلا ڇو ڪيون،
ڪڏهن ورندو بهار اسان تي نيٺ.

ڏسجي تڙپائي ڪيس تڪ تنهنجو فراق،
ايندو هي آخر قرار اسان تي نيٺ.

"مير" ڪيڏو بہ خوش فهم تون تي،
ايندو برهہ بار اسان تي نيٺ.



# "رديف ث"

## غزل

ڪنهن جي الفت ۾ ديوانا ٿيا عبث،
هوش ڏسندي ئي روانا ٿيا عبث.

ڪير آهي جو نڀائي ٿو وفا،
خلق ۾ ڪيڏا فسانا ٿيا عبث

دل جي ڏين ها تہ شروع کان ڏين ها،
هاڻ ڏين ٿو تہ بهانا ٿيا عبث.

دل تہ ڦرين نظر ۾ ٿي گهائل،
يار جا ڪيڏا نشانا ٿيا عبث.

بي وفا يار سان وفا ڇا "مير"،
قول ڪيڏا نہ سهانا ٿيا عبث.



# ردیف "پ"

## غزل

حسن وارن سان دل وڃي ٿـي هپ،
خـوف کهڙو کريـن انهـي ۾ ڊپ.

منهن مٺڻ غير سـان منـاسب آهـي،
تير نازڪ نـگـاهـ جـا تـون جهپ.

حسن جـي در تـان اهـو ڪاهي آ،
لوپ چـڏ پـيـار جـي گهٽي آ لپ.

تـون ڪسڻ سان ڪمال وينـو ڪر،
عشق جو آهي جـي مـڏو اچ ڪپ.

"مير" محبوب جـا اکين تـي انگل،
سـوز سيـنـي ۾ تـون سمورا ڏپ.



## غزل

اوهان جي وفــــا جو هميشه آهـي ڪپ،
اوهان جي عطا جـــو هميشه آهي ڪپ.

نہ گهرجي سخي کو اوهان کان سواءِ،
اوهان جي سخا جـــو هميشه آهي ڪپ.

نـــہ آهي اوهان ري ڪٿي ڇـوٽڪارو،
اوهان جي شفـا جـــو هميشه آهي ڪپ.

تون ئــي دارون آهين منهنجي درد جـو،
درد کـي دوا جـــو هميشه آهــي ڪپ.

عجب "مير" آ بـــي بها هــي خزانـو،
مون کـي ٿي دعا جي هميشه آهي ڪپ.



# رديف "ج"

## غزل

توسان کهڙي کريون منٿا ڪا هج،
کهڙي پوري آ تي ڀڏا ڪا هج.

جيئن ڪرم غير تي اسان تي ڀ ڪر،
ڀي ڪريون کهڙي اڄ جدا ڪا هج.

رحم راڻل پوي تم مرڪي اچ،
مج اها نالي تون خدا ڪا هج.

تون ڪرين عهدِ وفا يار وري،
پوري منهنجي تئي اها ڪا هج.

"مير" ڪڏهن شڪر صبر پڻ ڪر،
ڇا لئه هر هر ڪرين سدا ڪا هج.



# رديف "ج"

## غزل

وڃــن درد ۽ ڪا دوا تــي ٻــئــي اڄ،
حسينن جـــو وعدو وفــا تــي ٻــئــي اڄ.

اڇي مون سان ڪن هو رهاڻيون ڪهاڻيون،
۽ مون ڪان حسين ڪا خطا تـي ٿئي اڄ.

هڻن درد منهنجي تـــي مهر، وفـــا هـــو،
سندن بوسو مون ڪي عطـا تـــي ٿئي اڄ.

حسينن جـــي دل ۾ اچـي رحــم جيڪر،
وري مهربان جـــي خـــدا تـــي ٿئي اڄ.

اسان جـــي تــم ساڳـي تمنا آ تـــوري.
هـــو مرڪي اسان تي فـــدا ٿي ٿئي اڄ.

اچـــي "مير" مرڪي گـلي ســاڻ لائين،
اگــر بـــار ســاهـي دعــا تـــي ٿئي اڄ.



## غزل

دلبر ڪڏهن تہ منهنجي آهہ و فغان ڪان ڏڄ،
هن دل اندر جو آهي آتش فشان ڪان ڏڄ.

ڇو درد ڏين ٿو دل کي دلبر سبب سواءِ،
مظلوم محبت ڪان ۽ بي زبان ڪان ڏڄ.

جو ٻـي ضرر بظاهر ليڪن وڏي بلا آ،
اندوه و غم جي بادل هن بي ڪران ڪان ڏڄ.

حسرت بہ ڪڏهن سهڻا وحشت ٿيو پئي ٿي،
ان لاءِ هر گهڙي تون دل بدگمان ڪان ڏڄ.

هن "مير" کي اي سهڻا نہ ايترو ستاءِ تون،
فطرت جي انتقام ڪنهن ناگهان ڪان ڏڄ.



# رديف "جهہ"

## غزل

واهہ جو يار ڏنو آهي وجهہ،
سهڻي سرڪار ڏنو آهي وجهہ.

مرڪي مرڪي اڱڻ تي آيو آ،
دوست دلدار ڏنو آهي وجهہ.

قرب جا قول اچ هو پاريندو،
محب منٺار ڏنو آهي وجهہ.

دير تڪ دلربا ديدار ڏئي،
سونهن جي سردار ڏنو آهي وجهہ.

"مير" هردم هو مهربان رهي،
مون کي هر وار ڏنو آهي وجهہ.



# ردیف "ج"

## غزل

دلبر درد ٽو ماري منهن تہ ڏيکاري وچ،
سڪ ۾ سڪان ٽو سهڻا سرڪ پياري وچ.

سوچي سوچي دلبر دل آ ديواني تـــي،
اچ ٿ اچي تون منهنجا هوش آڏاري وچ.

مون کي مـــزو آ منڙا تو لئہ تڙپڻ ۾،
اکڙيون يار عجيب اچي تون آلاري وچ.

قرب اوهان جي آهي سڄڻ وچ سير ڇڏيو،
هاڻ اچي ڪو حبيب اتان تون اڪاري وچ.

"مير" وتي ٽو ماندو تنهنجي مرڪڻ لاءِ،
نالي خدا جي نرسل مرڪي نهاري وچ.



# غزل

رهم نہ گهٽو هڪ جهات ڏسي وچ،
اکڙيـن جـي برسات ڏسي وچ.

تنهنجي اکڙيـن پياريـن پياريـن،
جـا آ ڏنـي سوغـات ڏسي وچ.

تنهنجون خوشيون توکـي مبـارڪ،
غـم وارن جـي رات ڏسي وچ.

ڪيئن ڪنو نہ آ درد جدائـي،
ڪيئن ڪيو آهي ڪات ڏسي وچ.

پل ۾ ماري پل ۾ ٿي جياري،
عشق جـي ڏاڍي ذات ڏسي وچ.

"مير" جيئي بـي جان و جگر پيو،
ڏاتـر جـي هـي ڏات ڏسي وچ.



# رديف "چ"

## غزل

پڇي آس دل جي پرين يار اچ،
ڪريون يار ڏاڍا ويهي پيار اچ.

نه ايندين جي سهڻا نه هي رات ويندي،
ڪري هار جاني ۽ سينگار اچ.

پلي پوءِ وڇوڙي جو ڪر وار مون تي،
هلي هوت مون وٽ تون هيڪار اچ.

سڄي عمر ساري تڪو يار آهيان،
ڪريون دوست دل ساڻ ديدار اچ.

ورونهه ۽ وڇوڙي منجهايو آهي "مير"،
حسين هاڻ سچ تون هنيين هار اچ.



# رديف "ڄ"

## غزل

ڪري ياد ڪنهن کي اي دل تون وري لڄ،
ستان درد تنهنجا وڃن هي اُري اڄ.

ڪٿي ترس تو تي پرين ڪائي پرچن،
ڪري درد دانهون سڄو ڏينهن ڇري لڄ.

جي خاموش ٿيندين تہ خامين تون رهندين،
ٻري آ برهہ جي ڏکي هي ڇري لڄ.

نہ سوچون سڏون ڪر سڄڻ ڪان سواءِ،
سوا سوزِ الفت نہ ڪنهن جي سري لڄ.

ڪري "مير" ڪهڙيون جدائي جون ڳالهيون،
تون سمجهين تي ساري حقيقت ذري لڄ.



# رديف "ح"

## غزل

ڪريون شان احمد جي هر دم مدح،
وڃائي دلين جا تي سڀ غم مدح.

اجايو پريشان ڇو آهين تيو،
تي ذائل ڪري ڪيئي ظلم مدح.

اچي دوستو درد ڪو سامهون،
تہ ڪڏجي پڙهو سڀ تي باهم مدح.

اگر دل کي زندهہ تو چاهين رکڻ،
تہ اي يار پڙهندو رهہ پيهم مدح،

گهڻا "مير" حيلا هلائي تڪس،
پنهنجو درد دارون ئي جاتم مدح.



# غزل

ايئن بدلجي نـــہ وچ يـــار موسمن جي طرح،
اکيون نہ ڦير سڄڻ سائين تون رتن جي طرح.

اسان جي پيار ڪيو ا تـہ پاپ ڪهڙو پرين،
سزا نہ ڏي تون اسان کي هين ملزمن جي طرح.

اسان جذبـاتِ محبت ۾ ڪئي خطـا هونـدي،
نہ ٿي تون لال اسان تي پنهنجي ڳلن جي طرح.

ڪڏهن تہ ناز ڪري محب مل اچي مون سان،
پري ۽ دور نـہ ٿـي سرو ۽ سمن جـي طرح.

ڪڏهن تہ "مير" جا محبوب واپس اڱڻ اچ.
ڪڏهن تہ مهڪي هي ايوان بہ گان جي، طرح.



# رديف ”خ“

## غزل

سو چنڊ ڪيئن ڏسي جنهن آ ڏٺو يار جو رخ،
اوهان تا باغ ڏسو مون ڏٺو بهار جو رخ.

منهنجي ڪيئن ٿئي رنج و الم ساڻ يار بسر،
هن جي رخ ۾ آ ڏٺو مون وري قرار جو رخ.

هو جتي آهي اتي ئي سدا رهي ٿي دل،
مون وري هن جي تعاقب ڪيو ديار جو رخ.

زمانو ڪيڏو بگاڙي سندم نصيب ته ڇا،
هن جي هٿ ۾ آهي تقدير جي سنوار جو رخ.

اي ”مير“ ڇڏ تون زماني جي هن عداوت کي،
تون آتي ڳولهه جتي آهي تيو پيار جو رخ.



# رديف "د"

## غـزل

مهر ڪر تون مون تي بنام محمد،
بـــدست دعـــا آ غـــلام محمد،

ٿئي منظور منهنجي مناجـات مـــولا،
ٿـئـي مقبول منهنجو ســــلام محمد،

بہ جز ان جي مون کي نہ مقصود ڪو آ
ورود زبـــان ٿـئـي ڪلام محمد،

نہ گهرجي تو مون کي ثنا و بيان جي،
زبـــان تي هجي صبح و شـام محمد،

مهر ڪر اي مولا آ جيڏو ڪيو تو،
آهـي شــــان اعلي مـقـام محمد،

آهيان "مير" عربي جي امت ۾ آئون،
اهـــو آهـي ڪافي انـعـام محمد،



## غزل

ڇا شان تنهنجو اعليٰ نورالهديٰ محمدؐ،
ڇا تنهنجي ڪيان ثنا مان بدرالدجيٰ محمدؐ.

نبين جو نبي آهين محبوب ِ خدا تون،
اعليٰ مقام تنهنجو شمس الضحيٰ محمدؐ.

تنهنجا خطاب ڪيئي اي شافيءِ محشر،
تنهنجو غلام آهيان صدرالعليٰ محمدؐ.

عاصي آهيان اُمت ۾ رحمت ڪثير گهرجي،
حامي اچي تي منهنجو ڪهف الوريٰ محمدؐ.

توفيق "میر" کي ڏي صلوات جي نبي تون،
آهين دلين جو مالڪ صلي علیٰ محمدؐ.



## غزل

آهيان منتظر مـــان سـخــا ر محمد،
ٿئي ڪا ٿي مون تـي عطا ر محمد.

محمد جو روضـو آ انــوار رحمت،
جـتـي چـــار ســـو آ ضيا ر محمد.

اي مولا ملي ٿل مقدر ۾ مون کي،
ڪا سنت نبـي جـــي ادا ر محمد.

گناهن کان دامن بچائي هلان سان،
ٿئي ڪاش حاصل حـيـــا ر محمد.

سوا ان جي بخشش نه ٻي "مير" پانيان،
ستر پوش ٿئي شــل قـبــا ر محمد.



## غزل

نہ پیو آ وسیلو سوا محمدﷺ
ٺئي ڪاش مون تي شفا محمدﷺ

تہ محرومين جو ڍهي باب يڪدم
ٺئي حاصل اگر ڪا عطا محمدﷺ

گنهگار آهيان سيہ ڪار آهيان
ملي ڪاش مون کي ضيا محمدﷺ

وڃن ٻي نوايون تين بادشاهيون
ٺئي گر اسان تي سخا محمدﷺ

آهي "مير" سو بادشاهہ زمانا
تيو جو بہ آهي گدا محمدﷺ



# غزل

آه اڄ اثـــر بـــار ٿئي شـايـد،
روبرو منهنجي يـــار ٿئي شايـــد.

هن کـي نفرت گهڻي هئي ليڪن،
اڄ بدلجي سـا پيار ٿئي شايـــد.

ابـــر شايد وسي اڱڻ تـــي اڄ،
ءِ ڪڪر جي بہ ڪار ٿئي شايد.

ڇـــا تمنـــا ۾ عمر ٿـــي ويندي،
ڪو تہ مون سان وهنوار ٿئي شايد.

"مير" چڻ لـک ملي خزانہ ويـا،
هن جي سرڪي نهار ٿئي شايـــد.



# غزل

بوءِ گل بوءِ وفا آهي پسند،
حسن جي هرڪا ادا آهي پسند۔

عيب کان خالي ڪيو آهي خدا،
هر طرح سان دلربا آهي پسند۔

هن جو چهرو چنڊ وانگي ٿو وڻي،
هن جي زلفن جي گهٽا آهي پسند۔

تيو هميشه مهربان محبوب آ،
۽ منهنجي دل کي سدا آهي پسند۔

"مير" هن جي سان ڪيان ڪهڙي ثنا،
ڇا ڇوان مون کي تہ ڇا آهي پسند۔



# رديف "ڏ"

## غزل

سڄڻ تو وڃائي محبت ۾ سڌ ٻڌ،
اها ٿي آ حاصل حقيقت ۾ سڌ ٻڌ.

ڏسي تنهنجا جلوا عجب يار جاني،
وڃي پئي اسان جي حيرت ۾ سڌ ٻڌ.

جنهين ڪئي دغا سي وٺيا نيٺ توکي،
وئي يار پنهنجي شرافت ۾ سڌ ٻڌ.

انگل آر تنهنجا ۾ ڪو يار سمجهي،
رکي آ سموري نزاڪت ۾ سڌ ٻڌ.

اسان "مير" ڪنهن کي مياري ڪيون ڪيئن
هٿن سان ڦيرائي آ الفت ۾ سڌ ٻڌ.



# ردیف "ڏ"

## غزل

خوشبوء جي بهارن جي نظارن جي ڳالهہ ڇڏ،
ڪر ڳالهہ پرين هڪ جي هزارن جي ڳالهہ ڇڏ۔

هو آفتابِ حسن آ هن جو مثال ڪٿ،
هن جي ذڪر ڪان پوءِ ستارن جي ڳالهہ ڇڏ۔

ناهي ڪا هن جي پيٽ ۾ ڪي سخت ئي ڪا دام،
صياد راهہ لڳ تون وارن جي ڳالهہ ڇڏ۔

مرڪي وجهي ڳلي ۾ ٻانهون اگر سڄڻ،
پوءِ ڳالهہ ڇڏ گلن جي هارن جي ڳالهہ ڇڏ۔

اي "مير" هن سواءِ گلشن ۾ چٽ خزان آ،
هن ڪان سواءِ باغ و بهارن جي ڳالهہ ڇڏ۔



# غزل

دل جا ٻئي ديار ڪولي ڇڏ،
سامهون آرپار ڪولي ڇڏ.

کهڙيون ڦاهيون ۽ ڪاهيون ٿاهين تو،
مون لئي پنهنجا تون وار ڪولي ڇڏ.

دل جو ڏڙڪڻ ته آهي توسان پرين،
تون ڀلي من جا تار ڪولي ڇڏ.

باغ دل جا نه گل سڪي سگهندا،
منهنجي اکڙين جا نار ڪولي ڇڏ.

مرڪ جو لب جو پيچ ڦابو آ،
تون ڀلي سامهون دار ڪولي ڇڏ.

من جو قيدي پکي هري ويو آ،
تون ڀلين ان کي يار ڪولي ڇڏ.

"مير" هن جي عجب پکهر آڏو،
مشڪ و عنبر ٿئي خوار ڪولي ڇڏ.



# رديف "ڊ"

## غزل

سهڻو سڄڻ ڪان آ منٺار چڻ چنڊ،
ايئن آهي منهنجو هنيين هار چڻ چنڊ.

اچي ٿو اڱڻ تي ٿئي تي سهائي،
سڄڻ سائين سهڻو منهنجو يار چڻ چنڊ.

اکڙيون انهي جون خماري،
ڀرون اهڙا آهن تلوار چڻ چنڊ.

ڏسڻ سان گمان ٿيو مٺي تي عجب آ،
لڳو هين سندس آهي ديدار چڻ چنڊ.

مک يار جو "مير" آ ماهتابي،
هجي رات چوڏهين سندو تيار چڻ چنڊ.



# رديف "ڊ"

## غزل

نہ لڳ يـــار جاني ڪدورت جي ڪلڊ،
هميشه ٿـــي حامـي محبت جـــي ڪلڊ.

سلامي هـــي سنسار تنهنجو ٿـي رهندو،
مگر رهہ هميشه تـون حقيقت جي ڪلڊ.

اسان کي بـہ تنهنجي وڏي وات پيارل،
ڪ تـون ٿين سدائين شرافت جـي ڪلڊ.

حقيقت ۾ تنهنجـو حـسـن سورهياڻـــي،
نـہ رهہ يـار سهڻا نزاڪت جي ڪلڊ.

اسان "مير" ان سان محبت ڪيون ٿـا.
ڏسون ٿـــا جو هـردم الفت جي ڪلڊ.



## غزل

ڇڱو ناهي ڪينو ڪدورت ڪـي ڪيو،
ســدا مرڪ مـنـڙا نفرت ڪـي ڪيو.

مزو تــه وٺي ڏس محبت جو پـيـارا،
ٿلهي واهه وڙائـي وحشت ڪــي ڪيو.

سـنـو آهــي سهڻا رهـيـن پــاڻ ۾،
پرائـي گــلا ڇـڏ غيبت ڪــي ڪيو.

پـريــن پيار ڏي ۽ پـريــن پيار وٺ،
بي هر غم الـم جي مصيب ڪي ڪيو.

ڇڏي "میر" سان ويهه نه محبت لطيف،
لڪائي نــه رک ان لياقت ڪـي ڪيو.



# رديف "ذ"

## غزل

ايئن دل جي حالت نہ ڪر تون اخذ،
آهي ڇا محبت نہ ڪر تون اخذ.

لنگهي آءُ ٻيارا هتي وچ ٻنور ۾،
ڪنارن تان وحشت نہ ڪر تون اخذ.

دلِ درد ور سان نہ ڪر نرم ڳالهيون،
سندم شوق و حسرت نہ ڪر تون اخذ.

زمانـي ۾ مهڙا ايئن سڀ ٿئـي ٿـو،
منهنجي ديدِ عبرت نہ ڪر تون اخذ.

اسان "مير" ماڻهون زمانا ٿـا چاڙون،
انهي ۾ ڪا حيرت نہ ڪر تون اخذ.



# رديف ”ر“

## غزل

هر حسن ۾ حسن مولا جو سدا آ جلوه گر،
هر سمت الله ئي الله جان تلڪ پهچي نظر.

هي گل و لاله هي خوشبو هي حسن احساس تڪ،
هرڪو مولا جي مهر سان زنده آهي سر بسر.

دل جو ڌڙڪڻ ساز جا سر گوڙ ڪڪرن جي مڙئي،
هن جي جنبش حڪم جا هردم رهن ٿا منتظر.

هر غني محتاج آهي هر سخي سوالي هتي،
شهنشاهن تڪ گدا آهي خدا اڳيان بشر.

”مير“ ڇا جي لاءِ دنيا جا نهارين در پيو،
سن ۾ موليءَ کي سڏيندو ڪر ڏجيندو ڪر.



# غزل

پـــي ويئن پوءِ خطا يـــاد نـــہ ڪر،
تـــي وئي جا بـــہ گلا ياد نـــہ ڪر.

گردش ِ مئي هجر ۽ شـــام جـــو وقت،
چيز هڪ آهي جـدا يـــاد نـــہ ڪر.

ڪڏهن ڪڏهن تـــہ وصل ياد بہ ٿئي،
تلخيءَ هـجـر ســـدا يـــاد نـــہ ڪر.

مئي ڪشي بعد پـــلائـــڻ آ چـڱـــو،
پـي وري ڪنهن جي ادا ياد نـہ ڪر.

"مير" ڇو تو پئين تون اڄ بي حساب،
تلخي و رنـج و بـلا يـــاد نـــہ ڪر.



# غزل

تیو ناز جي صاحب کي آ ناز و ادا سان ویر،
۽ منهنجي منت آزي هر التجا سان ویر.

سوچان ٿو بغاوت نہ ڪري دل ویهي سندم،
۽ ٿي پوي نہ مون کي هر خوشنما سان ویر.

ڪالهہ رات چیم یار کي بوسو تہ ڏيئ ڏي،
مون کي چیائين میر اتہ ان خطا سان ویر.

بي اثر آهہ منهنجي اڳیان بیوفا جي آ،
منهنجي دعا سان ویر آ منهنجي وفا سان ویر.

اي "میر" حسین یار ڪڏهن یار نہ ڪجي،
ورنہ تیو پئي ٿو هر دلربا سان ویر.



## غـزل

ايڏو هاڻ اسان سان پيار نہ ڪر،
سگهو ساهہ پنهنجو دشوار نہ ڪر.

ڪجهہ دير ترس ڪجهہ دير تہ ويهہ،
اقـــرار مٿي اقـــرار نـــہ ڪر.

تئي دنـيــا جـــا دستور ڏڪيـــا،
تون ايڏا انگل اختيار نـــہ ڪر.

سچو لـوڪ ڏسي پيو يـــار سڄڻ،
ايڏا اڪڙين سان تون وار نہ ڪر.

هن ”مير“ فقير دلگير سان تـــون،
ايـــڏا الفت جـا اظهار نـــہ ڪر.



# رديف "ڙ"

## غزل

صبر ڪر صبر ڪر نہ ڪر خام رڙ،
نئين ڳالهہ ناهي آهي عام رڙ.

صبر جو وڏو آ صلو دوستو،
وڃائي ٿي هر هنڌ انعام رڙ.

جي دانهون ڪرين ٿو تہ دلبر ڪي سڏ،
ايئن يار ڪر نہ تون بي نام رڙ.

ڪٿي دوست پڻ منهن نہ موڙي ويهن،
چڱي ناهي همدم صبح شام رڙ.

سنو آ رهين "مير" جي صبر سان،
ڪٿي ٿئي نہ دلبر تي الزام رڙ.



# رديف "ز"

## غزل

ڪوشش تہ ڪر اڳيان آهي دلبر ٿيو چار گز،
اکيون تہ ڪول داورِ محشر ٿيو چار گز.

هيڏي هاڻ ڪان پوءِ وڃڻ آهي حيف ٿيو،
منزل جو معاملو نہ پري ڪر ٿيو چار گز.

ڇا لئي حوس ۽ لوڀ جي رستي تي هلين ٿو،
هستي جو ڏکيو ناهي سفر پر ٿيو چار گز.

ظاهر اکين سان تون نہ ڏسي سگهندين نظارو،
دل جي نگاهہ تون ڏسين منظر ٿيو چار گز.

اي "مير" عزت آبرو لاءِ نہ آ جاگير،
دل جي غني آهي تہ پوءِ بهتر ٿيو چار گز.



# ردیف "س"

## غزل

هو تـــو چاهي ته التجائون ڪندس،
بـــي وفـــا تي به وفـائون ڪندس.

عـشـق ۾ هـــا ايئن بـــه ٿيندو آ،
بي مهر کي به پيو دعائون ڪندس.

من ڪڏهن بـي وفـا وفـــا سمجهي،
خود غرض جون نه مان ڳالهائون ڪندس.

هـــن لــکيـو ترڪ تعلق جـــو آ،
پوريون پنهنجون پيو سزائون ڪندس.

چپ رهـڻ "مير" عشق جي آ شرط،
صبر ۽ سوچ سان صلاحون ڪندس.



# غزل

سڄي رات رانهون نهاري ٽڪي پيس،
پرين تون نہ آئين پڪاري ٽڪي پيس.

صبح سور سهٽا نہ ڏي وانڊڪائي،
سوين ڪانگ قاصد اڏاري ٽڪي پيس.

هجي رات هڪڙي تہ سورن ۾ ڪاٽيون،
ڏکيون ڪيئي راتيون گذاري ٽڪي پيس.

ڪڏهن نيڙو اپريا ڪڏهن آيون ڪتيون،
ڪئي آپ تي تارا اپاري ڪٿي پيس.

هلي "مير" وٽ آ پرين يار پيارا،
اڱڻ آس وارا ٻهاري ٽڪي پيس.



# رديف "ش"

## غزل

فريبِ عهدِ وفا توکي آ شابش،
اي دل خانئہِ خدا توکي آ شابش۔

سهي ستم جا وئين تير اي جگر منهنجا،
اي ستم آفرين سدا توکي آ شابش۔

تو وسڻ ۾ اکين جي ڪئي آهي مدد،
اي بادِ باران گهٽا توکي آ شابش۔

عمر ڀر تون شريڪِ جان رهين،
اي سوز درد و جفا توکي آ شابش۔

بنائي "مير" کي ڇڏيئي فقير حسن سندو،
اي نگهہ ناز و ادا توکي آ شابش۔



# رديف "ص"

## غزل

اڃان بہ دل تي آ تازو اوهان جو يار خلوص،
وساري ڪيئن ٿو سگهجي اوهان جو پيار خلوص.

لڳي ايئن ٿو سڄي زندگي جو حاصل آ،
اوهان جي مرڪ محبت ۽ پر بهار خلوص.

اوهان اڪيلا ئي ناهيو ٿيا مهربان پرين،
اوهان جو آهي اڱڻ ۽ در و ديوار خلوص.

اوهان جون ناز و ادائون اوهان جو مرڪي ملڻ،
اوهان جون مهر و عطائون بي شمار خلوص.

اي "مير" منهنجي وفا ڪي بہ شرم آيو ٿي،
ڏسي سڄڻ جي عنايت ۽ بار بار خلوص.



# رديف "ض"

## غزل

برين عادتن ۾ ڀرو آ غرض،
سڀن کان تہ افضل ٿيو آ فرض.

چڱي آهي روئي رکي يار ان کان،
جي سٽي بنائين کٽي کو قرض.

ٿي روڳن سڀن جي آهي ماءُ گهٽي،
غمن کان مٿي کو ادا ناهي مرض.

پڇو دوستو سڀ برين عادتن کان،
چڱو آهي منهنجو سڀون جي عرض.

ڪڏهن "مير" انسان مجبور نہ ٿئي شل،
ڏکي ٿيا وڃن هي سماوات ارض.



# رديف "ط"

## غزل

الفت ۾ ڪنهن حسين سان وفا جي نہ رک شرط،
ڏسندو نہ ي رهہ ضمر کي ادا جي نہ رک شرط.

جي نازور ڪري نہ سخا ڪنهن بہ سبب کان،
تون ان سان ڪڏهن پنهجي عطا جي نہ رک شرط.

سهٽا طبيبِ دل سهي ڪڏهن درد بہ آهن،
اي دوست حسينن سان شفا جي نہ رک شرط.

هو مهرور رهيا تہ اچي پاڻ ڏي ويندي،
اي يار حسينن سان قضا جي نہ رک شرط.

هن مرضِ محبت ۾ رهي زندگي تہ ٺيڪ،
اي "مير" محب ساڻ دوا جي نہ رک شرط.



# ردیف "ظ"

## غزل

اي دلربا اوهان جي اکيان آهيان محفوظ،
ٻي جاءِ رهي ڪٿي نه آهيان مهربان محفوظ.

تنهنجي زلف جي قيد ۾ قابو ٿيو ٻلا کان،
اي يار مان تو سمجهان آهيان نهان محفوظ.

آغوش ۾ لڪائي ڇڏين مون کي جي مٺا،
دنيا جي شورشن کان لڪان ۽ رهان محفوظ.

دل تو کي ڏئي چين سان چاهيان تو مان رهڻ،
دلبر ٻين جي لٽ کان بچان ۽ ٿيان محفوظ.

زلفن جي هيٺ ڦري آهن تو سندا رخسار،
چاهيان تو "مير" بوسا ڏيان ۽ هجان محفوظ.



# رديف "ع"

## غزل

الوداع اي يار جاني سونهن پريا الوداع،
مست جوڀن جا اي مالڪ دلربا الوداع.

رات هڪڙي تون رهي اڄ پيو وڃين،
اي سڄڻ محبوب منڙا دل گهريا الوداع.

نــاز تنهنجي آ نهوڙي دل سندم،
درد ان جي تو سوا ڪٿ دوا الوداع.

تنهنجي الفت جو لڳي ويو تير آ،
اي منهنجي تقدير اي منهنجا قصا الوداع.

"مير" جــا سڀ در وڃين پوري پيو،
ڪيئن ڇوان توکي وري سون کي بڌا الوداع.



# رديف "غ"

## غزل

تنهنجي يــادن جـو آهي روشــن چراغ،
تـــو سوا هي من آهي ۽ تـــن چراغ،

زنـدگـي ۾ تنهنجي صورت خواب جيئن،
چڻ ڪنهن اونده ۾ ٻريو پل ڪن چراغ.

ڪيئن ڀلا وسرن هي دل کي ڳالهيون،
جنهن گهڙي ٻــاريــو هئو سهڻن چراغ.

جنهن ۾ موتي اشڪ جـــا مون ميڙيا،
اڄ اهـــو ساڙي ڇڏيــو دامـــن چراغ.

"مير" يـارن کان سواءِ ڪٿ روشني،
بـس ســـر محفل پـيـا ٽمڪن چراغ.



# رديف "ف"

## غزل

سڄڻ سائين منهنجي خطا ڪر تون معاف،
تم هن پيرو سهڻا سدا ڪر تون معاف.

ڪٿان تنهنجي ڪاوڙ سٺي مون کان ٿيندي،
اي سهڻا اسان جي سزا ڪر تون معاف.

اسان مست آهيون مٺا توتي ماندا،
ناهي هوش آهيون فدا ڪر تون معاف،

سڄڻ پيار ڏيندين پلو تنهنجو ٿيندو،
ڪنداسين اوهان کي دعا ڪر تون معاف.

رٺو "مير" مان ڇو راڻا رهين تو،
خدا جو ٿئي نالو مٺا ڪر تون معاف.



# رديف "ق"

## غزل

ڪر ڳالهہ سچي قاصد نــاهي هي چڱي ڳـق،
تـــا درد اتن دل ۾ چڏ هاڻ ٽـلـهـي ڳـق.

محبوب چيو توکي يـــا دل تـو رکين تون،
مون کي ٿي لڳي ڳالهہ سراسر هي تنهنجي ڳق.

بـي درد ڏنو مون نہ ڪڏهن آهي تـو جيهو،
صبح کان شام تڪ تون آهين وينو وٺي ڳق.

هـــو نامهر ڪٿي ٿـــو وري مهربان ٿـئـي،
چڏ مون سان چرچ اهڙي ڪرين چو ٿو ويهي ڳق.

اي "مير" مقدر ۾ ڪٿي يــــار اچـي ٿـــو،
بس نـامير ڪري ٿـو اجائي ڪا اچـي ڳق.



# رديف "ق"

## غزل

منهنجي قضا ۾ فرق آ تنهنجي ادا ۾ فرق،
تنهنجي سزا ۾ فرق آ منهنجي خطا ۾ فرق.

ساقي ۾ فرق مئي ۾ فرق مئڪدي ۾ فرق،
رنگين گهٽا ۾ فرق آ بادِ صبا ۾ فرق.

مون دل ڏني چيڏي تون نہ وعدو ڏئي سگهين،
منهنجي سخا ۾ فرق آ تنهنجي سخا ۾ فرق.

مون وٽ فغان آهي تو وٽ آ شڪايت،
منهنجي گلا ۾ فرق آ تنهنجي گلا ۾ فرق.

هن "مير" جي اي سهڻا تو سان نہ پيت آ،
ليڪن وفا ۾ فرق آ منهنجي وفا ۾ فرق.



# غزل

تنهنجي بي وفائي وفا جي آ لائق،
منهنجي هي وفائي سزا جي آ لائق.

لکون ماجرا ڇا غم عشق جي اڄ،
کهائي اسان جي حيا جي آ لائق.

"مير" جي محبت تي رحمت خدا جي،
دوا ڪان ڇڙهي ويو دعا جي لائق.

حسن جي ڪا خيرات ڏيو "مير" کي،
هي جوڀن جواني سخا جي آ لائق.

وڃي خود جي سهڻو هي سمجهي چڱو آ،
ڪ هي "مير" موسم خطا جي آ لائق.



## غزل

وصل جي رات ۾ بہ آهي فراق،
تنهنجي هر بات ۾ بہ آهي فراق.

نہ فقط مئي نئي ٿي هوش مٽا،
گردشِ حالات ۾ بہ آهي فراق.

تنهنجي ابرو ۾ هي اشارو ٿيو،
چڻ ملاقات ۾ بہ آهي فراق.

نيرنگِ دهر ۾ بہ سياهي آ،
هر رنگ جي بارات ۾ بہ آهي فراق.

"مير" ڪيئن ڪيف ٿئي قرار اچي،
وصل جي لمحات ۾ بہ آهي فراق.



# ردیف "ڪ"

## غزل

سون کي ياد سو حادثو آ اڄان تڪ،
تنهنجي حسن سان واسطو آ اڄان تڪ.

تنهنجي وصل جو منتظر آهيان ليڪن،
تنهنجي هجر ۾ بہ مزو آ اڄان تڪ.

تنهنجي پيار کي مان ويهان ڪيئن وساري،
زبانِ خلق تي قصو آ اڄان تڪ.

تنهنجي زلف ڪارن جو قيدي ٿيس مان،
سون کي ياد سو سلسلو آ اڄان تڪ.

محبت ۾ تڙپڻ ناهي "مير" وسريو،
مون کي ياد هر مرحلو آ اڄان تڪ.



# غزل

دنيا سڄي ۾ منهنجو مٺو مه لقا ملوڪ،
آهي سين ڪان سهڻو سڄڻ دلربا ملوڪ.

ڳالهيون عجيب ان جون بلبل جي چڻ سدا،
اکيون خمار پريل سهڻيون صفا ملوڪ.

ڪنهن ويل مون ڏٺو نہ سٺي ڪي ملول آ،
صبح کان شام تڪ آهي سهڻو سدا ملوڪ.

چاهي اگر ڪو حاسد تہ پيٽ پل ڪري،
اهڙو ڪٿي نہ ٿاهيو ڪڏهن آ خدا ملوڪ.

اي "مير" هن جي کهڙي وا ڳالهہ اڄ ڪيان،
سڀ ناز عجب هن جا هرڪا ادا ملوڪ.



# ردیف "ک"

## غزل

وٺي تــــي اسان کي عجيبن سندي اک،
سڄـــڻ يــــار ساڙهن مجيبن سندي اک.

ڏسڻ سان ڏريو تــي پوي واهه پنهنجي،
نماڻـــن ابوجهن غــريـبــن سندي اک.

هنيين ۾ عجب آهـــــي هوري هٽي وٺي،
حسينن، جميلن، حبـيـبـن سـنـدي اک.

ڪڏهن روبرو تي هــو رهندا اسان وٽ،
ڪڏهن اک هي تيندي نصيبن سندي اک.

ڪڏهن "مــيـر" ڪيجي تمنا اهــــا آ،
عدوئـــــن، دشمنن، رقـيـبـن سندي اک.



## غزل

شرابي شرابي سڄڻ آ تنهنجي اک،
ڪٿي ڪات آئي ڪهڻ آ تنهنجي اک.

سر بزم آه و فغان ٿي پئي آ،
آئي ڪوس ڏاڍو ڪرڻ آ تنهنجي اک.

اسان جي حزين دل ۾ ڦاڪون ڪري وئي،
سکي ڏاڍو ويئي وڍڻ آ تنهنجي اک.

جهڙي دل وئي سا ڇنبن منجهه ڇائي،
سڄڻ سونهن وارا سرڻ آ تنهنجي اک.

مٺا "مير" کي دم نه آئي ڪڏهن ٻي،
عتابي هرڻ آ تنهنجي اک.



# رديف "گ"

## غزل

عشق تنهنجي جي سچي آهي آگ،
ڪيڏي پر سوز سچي آهي آگ.

برهه جي ڪابه نشاني نه رهي،
ها فقط ڪڙي بچي آهي آگ

هاڻ پي چا سچڻ نه ملندين تون،
ڏس جگر تڪ رسي اچي آهي آگ.

هڪ طرف رقص جدائي جو آ،
ٻئي طرف دل ۾ نچي آهي آگ.

"مير" چا مون کي جلائي سگهندي،
عشق جي آگ کان ڪچي آهي آگ.



# رديف "ڳ"

## غزل

سون حسن جو سهڻو ڏٺو سردار هئو نہ اڳ،
تير نظر سان سن تيو بيمار هئو نہ اڳ.

وعدا وصل جا ڪيئي سهڻن ڪيا مگر،
بي چين دل ڪندڙ ڪو انتظار هئو نہ اڳ.

هئي مات ساز و سر ڪي بلبل کي صدا کي،
اهڙو عجيب ڪنهن جو گفتار هئو نہ اڳ.

سهڻن هميشه دل تي ڪئي مهر و عطا پئي،
ليڪن اکين جي اڳيان هي شهڪار هئو نہ اڳ.

اي "مير" ڏسندي محب کي تي دل گرفتہ ويس،
ان ريت من ڪڏهن بہ گرفتار هئو نہ اڳ.



## غزل

منهنجي سڄڻ جا ساڻا ناز و ادا الڳ،
آهي سڀن کان سهڻو سڄڻ سڀ لقا الڳ.

واڪاڻ هن جي مون جا ڪئي شعر سنڌي ۾،
ديوان تنهن جا ڪيئي ٿي ويا جدا الڳ.

هو چوڻ نہ هجي بزم اندر لک هزار ۾،
ليڪن سڀائين ڏسبو سڀن کان صفا الڳ.

هن ۾ شمار کان بہ سٺي خوبيون ڏٺم،
مهر و عطا الڳ آهي حسن و سخا الڳ.

اي "مير" چو نہ قربان ان جي مٿان ٿيان،
هو شاهڪار حسن بہ آ دلربا الڳ.



# رديف "گھہ"

## غزل

دلبر سواءِ ڪھڙو دل جـــان جو آهي اگهہ،
وڪري سواءِ ڪھڙو سامان جــو آهي اگهہ.

بي درد ساڻ ڪھڙا ڪجن درد جـــا بيـان،
احساس سواءِ ڪھڙو انسان جـــو آهي اگهہ.

تو منهنجي وفا تي ڏنو سرڪي تہ خوشي ٿي،
پورو مليو اسان جي ارمان جـــو آهـي اگهہ.

خود ميزبان ٿئين تـہ وڏي ڳالھہ تي پـئـي،
ان ڪان وڏيڪ ڪھڙو مهمان جو آهي اگهہ.

تو سرڪي ڏنو "مير" کي ڪافي اهـو آهي،
بس يار اهو دل جي دڪان جـــو آهي اگهہ.



# ردیف "ڳ"

## غزل

سهڻن سڄڻ مڙن سان صدين جـا آهن سڱ،
مولا ڪري محب سان مڙئي هي پرن سڱ.

هر ويل حجت تن سان هلندي رهي اسان جي،
ڪڏهن نہ پيارن جا دل تان هي لهن سڱ.

ويڙهي ۾ ويهي جن سان ڪيون قرب ڪهاڻيون،
اي ڪاش ڪڏهن من تان منهنجي نہ وڃن سڱ.

جي دور ڪنهن سبب کان اگر ٿي ويا پرين،
الله ڪري ويجهو منهنجـي سـي ويهن سڱ.

اي "مير" محبت ڀـي چاڻان نہ سچاڻان ٿو،
اکين اڳيان سدائين ڦرندا سـي رهن سڱ.



# رديف "ل"

## غزل

هن درد جي دوا کو ڪري آهي ته مشڪل،
بيمار جي شفا کو ڪري آهي ته مشڪل.

ڪافر جو جنهن کي تير لڳو دل جي آرپار،
ان لئه ويهي دعا کو ڪري ته آهي مشڪل.

هي دؤر عجب دؤر آهي ڪم نگاهي جو،
ڪنهن تي وجي عطا کو ڪري آهي ته مشڪل.

ٻئي لاءِ رکي پنهنجي سدا دل کي مضطرب،
۽ غم سان مبتلا کو ڪري آهي ته مشڪل.

اي "مير" درد و غم جي ڪهاڻي نه ڪر بيان،
توسان وري وفا کو ڪري آهي ته مشڪل.



# ردیف "م"

## غزل

ڪيڏي نـه حسين آهي هي پيار جي موسم،
هـر طرف آهـي خوشبو بهار جـي موسم.

ديواني ڀلا ڪيئن نـه ٿئي دل هي اسان جي،
هـر سـو اچي ويئي گـل و گلزار جي موسم.

هڪ ذوق ملي ويو آ سندم چشم کي يـارو،
گويـا اچي ويئي آهي ديـدار جـي موسم.

هر گل مان سڄڻ تنهنجي اچي اڄ پئي خوشبو،
هـر طرف آهي تنهنجي مهڪار جـي موسم.

اي "مير" خـزان ۾ بـه تـه لطفِ بهار آ،
حاوي سڄڻ تـي آهـي رخِ يـار جـي موسم.



## غزل

تنهنجو ورق نئون آ دل جي ڪتاب ۾،
تنهنجو مثال ايئن آ خوشبو گلاب ۾.

ڇو تو سڄڻ لڪائين مهتاب جهڙو چهرو،
ڇو باھ تو لڳائين پنهنجي نقاب ۾.

مدهوش مئي ٿئي ٿي تنهنجي اکين جي اکيان،
مستي اچي وڃي ٿي گويا شراب ۾.

مرڪي ڏسڻ اوهان جو بي موت ڇڏي ماري،
دل ٿيو وڃي ڪباب تو تنهنجي حجاب ۾.

اي "مير" جا مٺا آهين ماڪي ڪان وڌ مٺو،
لکجي نه ڇو قصيدو تنهنجي جناب ۾.



## غزل

هو ڪليءِ بهار خوشبو مثل آهي چمن ۾،
هن جو خيال آگ لڳائي تو ذهن ۾.

هن ساڻ ئي بهار ۾ خوشبو آهي رتل،
هن جي حنائي دست سان آ خون بدن ۾.

هن جو حسين پيڪر آهي شراب ڇڻ،
هن جي ڪلڻ سان موتي ڪرن باغِ عدن ۾.

هن شوخ جي خيال ڇڏيو روح کي رولي،
مان بنجي مسافر تو هلان پنهنجي وطن ۾.

اي "مير" جڏهن مرڪي ملي تو اسان کي هو،
ڄڻ چنڊ لهي آيو آهي منهنجي صحن ۾.



# رديف "ن"

## غزل

نہ ڪر يار موں سان هي مارڻ جون ڳالهيون،
وساري مٺا ڇڏ وسارڻ جون ڳالهيون.

رڻاسين ڏڻاسين گهڻا ڏک ڏمر پر،
پرين هاڻ ڪر پيار پارڻ جون ڳالهيون.

نہ شڪوو ڪنداسين نہ اڄ ڪا شڪايت،
ڪنداسين نقط دل ڏتارڻ جون ڳالهيون.

ڪڏهن ڏس تون مرڪي ڪڏهن ناز مان ڏس،
وٺن پيون اهي ئي نهارڻ جون ڳالهيون.

ٿهن ٿا لبن تي هي وعدا وفا جا،
پنهنجي "مير" سان ڪڏ گذارڻ جون ڳالهيون.



## غزل

هــن خوبرو کي جـان ڇئون آرزو ڇئون،
جو ڪجھ ڇئون هتي يا وڃي روبرو ڇئون.

توهين گر نــہ ٿـي پئي حسن و جمال جي،
حور و پري جو هن کي اسان پيش رو ڇئون.

ابــرو کي هلال ۽ زلفن کـي گهٽائون،
بازن کي هار گل جو اکين کي صبو ڇئون.

هرٽــن جيان خــرام بهارن جيان طبعيت،
رنگت شفق مثل ۽ قـــد کي سرو ڇئون.

اي "مير" هن جي حسن و سراپا جي ڳالهہ ڇا،
عرقِ گلاب هن کي ڇئون شڪ جو ڇئون.



## غزل

دل کي ڏيندين نه دلاسو ته مري ويندا سين،
تون پيو ڏسندين جي تماشو ته مري ويندا سين.

ڪيترو درد جدائي ۾ جلي جان پئي؛
قرب ڏيندين نه مٺا ڪو ته مري ويندا سين.

مبتلا سان آهيان اندوه عشق تنهنجي ۾،
تون نه ٿيندين جي سهارو ته مري ويندا سين.

تو سواءِ نه ٿي هڪڙي به گهڙي منهنجي ڪٽي،
پيو اگر ڇڄندين پلا ڇو ته مري ويندا سين.

"مير" جون معاف مٺا ڪر جي مدايون آهن،
نه ڪندين فضل خلاصو ته مري ويندا سين.



# غزل

ڪا موسم ڪو سانوڻ ڪا رت ياد ڪر تون،
ائين خامخواهم دل نہ فرياد ڪر تون۔

سدائين تہ سھڻو خفا ھئو نہ تو سان،
گھڙي پل رنو آ نہ افتاد ڪر تون۔

اچي دل ويئي آھين جي پيچ و خم ۾،
سڄڻ زلف کولي تہ آزاد ڪر تون۔

اگر آھي سھڻو صنم دور تو کان،
نہ يادون حسين دل ۾ آباد ڪر تون۔

سوا "مير" سھڻا ڪنھن کي ملن تا،
حسينن لئي دل ھين نہ برباد ڪر تون۔



# غزل

اسان کي تون نہ جي ليندين وڃائي پاڻ وهنداسين،
ٽکي گهولهي ڪٿي سائين رلائي پاڻ وهنداسين.

اهــا موسم جڏهن آئي ڏــڙي گل گاڙهــا پوندا،
اسان ساري تنهنجي صورت جلائــي پاڻ وهنداسين.

ڪٿي هي عشق مڻجي تــو جدائي ۾ پـــلا سهڻا،
ڏچون تــا ترکِ الفت ۾ مٽائـي پاڻ وهنداسين.

تلاش و جستجو ۾ اي پــريـــن آهيون پريشان ٿيا،
پرايا در ڏسي ڪنهن ڏينهن ڪٽائي پاڻ وهنداسين.

ڪڏهن اهڙو نہ قسمت ۾ ايندو ڪو وقت اي پيارا،
جو ڪنڌ هڪ ٻئي اڳيان سهٽا جهڪائي پاڻ وهنداسين.

پلي تــون آزمــا ويڻو محبت "مير" جـــي سهڻا،
يقين ڪامل اهـــو آهـي ملهائي پــاڻ وهنداسين.



## غزل

یاد ستایو آهي سائين
جي گهبرایو آهي سائين.

پرهه ڦٽي وئي سورن جي،
کهڙو رایو آهي سائين.

ڀوڳ تہ ناهي توسان کیو،
لنئون لڳایو آهي سائين.

هن منزل تي مون کي اڄ،
پرت پڄایو آهي سائين.

"میر" اوهان سان ازل کان اڳ،
نینهن نڀایو آهي سائين.



## غزل

ڏاڍو پيارو لڳندو آهين،
اک جو تارو لڳندو آهين.

منهنجي جيون جي ڪشتي جو،
تون ئي ڪنارو لڳندو آهين.

تو کان سواء چين ڪٿي آ،
تون سک سارو لڳندو آهين.

قسمت جو پلٽين ٿو پاسو،
ڀاڳ جو ڊارو لڳندو آهين.

”مير“ ڏسي محبوب جڏهن ٿو،
محبت وارو لڳندو آهين.



# غزل

ڇو و لطف عنايت کان مٽائي تا وڃو منهن،
ڏسندي ٿي مرڪ راهه لڪائي تـــا وڃو منهن.

جي اوچتو ملڻ تـو ٿئي يـــار ڪڏهن تــــه،
دستور هي کهڙو آ جهڪائي تـا وڃو منهن.

مشتاق نگاهون جــــي ڏسن بــــزم اندر ٿيون،
ڪيڏو نـه غضب آهي ڇپائي تـا وڃو منهن.

حسرت زده تـــي ان ڪان مٿي ظلم آ کهڙو،
بوسو اگر ڏجي تــــه ڦيرائي تـــا وڃو منهن.

کهڙي ٿي قيامت اچــي مون کي تــه پڌايو،
جنهن روز پلا مون سان ملائي تا وڃو منهن.

ڪيڏو نـه حسين درد سهي ”مير“ تو محبوب،
مرڪي جڏهن پري کان پسائي تا وڃو منهن.



# غزل

تو اگر گڏجي گذاريو ته بچي ويندا سين،
شربتِ وصل پياريو ته بچي ويندا سين.

هون تمنا ته هي آهي ڏيون ڇڏي سارو جهان،
تو پرين پر ۾ ويهاريو ته بچي ويندا سين.

زهر آهي تني حياتي جي مڃا هرڪا گهڙي،
تو اگر مرڪي نهاريو ته بچي ويندا سين.

هون ته سيلاب اکين جو نه ڪٿي ٻوڙي جهان،
تو اگر دل کي ڏتاريو ته بچي ويندا سين.

"مير" جون ڪيئي خطائون ۽ گناهون آهن،
تو اگر تن کي وساريو ته بچي ويندا سين.



## غزل

خود غرض کي وفا نہ آئي کڏھن،
رنگ لاتو نہ آشنائي کڏھن.

بي مهر شوخ تند خوئي رهيو،
مون سکي کان بي وفائي کڏھن.

عشق ۾ دل اکيلي رهندي آ،
سات هلندي نہ آ خدائي کڏھن.

ڪوشش وصل نار سائي رهي،
تي حجابن کان نہ رهائي کڏھن.

چنڊ بادل سان کيڏندو ئي رهيو،
ٿي اگڻ تي نکا سهائي کڏھن.

تيا مقدر نصيب پئي حائل،
ٿي تمنا نہ کا سجائي کڏھن.

هن پلائي چڏيو کتاب سچو،
مون کهائي نہ هک پلائي کڏھن.

"مير" ان بي وفا جي آس ۾ آ،
جنهن کي شايد وفا نہ آئي کڏھن.

□

# غزل

ڪنهن جو ديدار ڪري ويٺاسين،
چپ ئي چپ پيار ڪري ويٺاسين

نہ ملڻ ٿيو نہ ڪيوسين شڪوو،
بس اکيون چار ڪري ويٺاسين.

چين ويو صبر ويو قرار بہ ويو،
دل کي بيمار ڪري ويٺاسين.

هو بہ بدنام ٿيو مونکي بہ رسوائي ملي،
ڪيڏو آزار ڪري ويٺاسين.

"مير" مليو ڇا محبت ۾ اسان کي آهي،
ڪنهن کي بس خوار ڪري ويٺاسين.



## غزل

زندگــــي هين گـــذاري ويٺاسين،
تو کي دل تي اتــاري ويٺاسين.

رات آئــي تـــم چـهـرو تنهنجو،
اکـيـان پنهنجي ايـــاري ويٺاسين.

منهنجي اکڙين جـا تير اهڙا وٽيا،
پيئي دل مــــان اکاري ويٺاسين.

ڪيڏو دنيا تــم ستايو تـي مگر،
دل کي توسان ڏتـــاري ويٺاسين.

"مير" تي ميري جڏهن دل پنهنجي،
اشڪ هـــاري اجــاري ويٺاسين.



# غزل

ڇو وصل جي ڪوشش ۾ گذارين ٿو رات ڏينهن،
۽ هجر جي مشڪل جا وسارين ٿو رات ڏينهن.

جو وقت مليو تو کي مقدر ۾ تون گذار،
ڇا ڪان سکن لئه آهون اتارين ٿو رات ڏينهن.

ڇو دلربا جي ياد ۾ ديوانو ٿي وئن،
نشتر فراق جا تون اڪارين ٿو رات ڏينهن.

وسري خدا ويو ۽ شريعت ڇڏي ڏنئي،
هر هر صنم کي هائي پڪارين ٿو رات ڏينهن.

مڃ "مير" جي نصيحت نادانيون نه ڪر،
ڇو بار دل تي غم جا اتارين ٿو رات ڏينهن.



# غزل

ويهه ڪريون ڪا ڪچهري يار آمهون سامهون،
دل ٺــري دلبر پئي دلـــدار آمهون سامهون،

محب منهنجي من جي ڳالهين تي مرڪ مٺار پيو،
آ پرين ڏاڍو مـــزو ٿئي پيار آمهون سامهون.

ڇو لڪين ٿو لوڪ کان ليئا نہ پاءِ لاڻ نہ لڪ،
منهن مبارڪ ڪـي پسا مٺـار آمهون سامهون.

مون کي مهڻا ٿو ڏئي اڄ لوڪ تنهنجي واسطي،
اي سڄڻ صورت اچـي ڏيکـار آمهون سامهون.

"مير" من جي پئي لهي منجهہ دوست جي دلبر ماڻين،
ڏينهن اچن اهـــڙا تين ديدار آمهون سامهون.



## غزل

چوان دل منهنجي ڏي آ ناشاد ڪيئن،
ڪريان بي وفائن جو فرياد ڪيئن.

نه جن ياد مون کي حياتي ۾ ڪيو،
مٿي ڪان منا پوء ڪندا ياد ڪيئن.

ڪري قيد مون کي ويا هو ٻه ڦاسي،
آهن خود ٻه قابو ٿيا صياد ڪيئن.

محبت جو قيدي رهاڪو ٿيو آ،
پڌا مان ٻه ٿيندس آزاد ڪيئن.

ڏٺي "مير" هو ويا جدائي جا غم،
رهان تن سواء مان چئو شاد ڪيئن.



# غزل

ڪڏهن هي اسان کان جدائي ڇڏيندين،
اسان کي تون پنهنجو بنائي ڇڏيندين.

کائي غم زدن ڏي کڻي خوب اکڙيون،
ڪڏهن خوبرو تون کلائي ڇڏيندين.

ڏنا غم گوندر جي تنهنجي جدائي،
ڪڏهن پائي پاڪر پلائي ڇڏيندين.

ڪڏهن دور ٿيندي هي آج ڇٽو اسان جي،
جگر سان جگر لب ملائي ڇڏيندين.

آهي "مير" جو من ويراڳي اي سهڻا،
ڪڏهن روح ان جو ريجهائي ڇڏيندين.



## غزل

تنهنجيون ڳالهيون خواب جون ڳالهيون،
حشر جون ۽ حساب جون ڳالهيون.

مرڪي ڪر اڄ مهر وفا ڪا،
ٿي چڪيون ڪئين عذاب جون ڳالهيون.

دل ٿي چاهي ڪري ڪو مون سان،
تنهنجي صورت شباب جون ڳالهيون.

ڪيترا ذڪر ڪيا اڄ رات ۾ تو،
سي ته هڪڙي ئيون باب جون ڳالهيون.

حسن يوسف ڪٿان آ مٽ تنهنجو،
سي ته ڳالهيون ڪتاب جون ڳالهيون.

ويهه ڪا دير دل کي آئٽ ٿئي،
شوق ۾ چڏ شتاب جون ڳالهيون.

"مير" تون ڪان پڇي سوال ته ڪر،
حسن ڪنهن لاجواب جون ڳالهيون.



# غزل

تون اچين ٿو تہ وسريو وڃن ڳالهيون،
رنج و فرقت جون اتريون وڃن ڳالهيون۔

شب چراغان چراغان تي روشن ٿئي،
پيارا الفت جون اجريو وڃن ڳالهيون۔

مون کي صديون بہ سهڻا تيون ياد رهن،
جي تيون محبت ۾ گذريو وڃن ڳالهيون۔

ناز و عشوه کري جا تہ نيزا لڳن،
تير ٿي دل مان اڪريو وڃن ڳالهيون۔

بدگمان "مير" مان ٿي نہ سهڻا سڄڻ،
خود بہ خود هي تيون اڏريو وڃن ڳالهيون۔



## غزل

رفتہ رفتہ دل تان توکي ڪيئن اتاري تو سگهان،
تو سوا هيڏي حياتي ڪيئن گذاري تو سگهان.

واهہ جو محبوب توکي تہ وسارڻ تو اچي،
پر ٻڌا مونکي تہ سان ڪيئن ڪر وساري ٿو سگهان.

صبح تہ سورن ۾ گذري ويئي منهنجي يار پر،
هن انڌيري رات جو ڏينهن ڪيئن اپاري ٿو سگهان.

دل ۾ ڪشتي پيار واري آهي اٽڪي اڄ پئي،
تنهنجي مرڪن کان سواءِ ڪيئن ڪر اڪاري ٿو سگهان.

”مير“ سان محبوب سل ڪجهہ مرڪ ۽ ڪجهہ ناز ڪر،
هت نہ قاصد آهي نہ ڪانگل اڏاري ٿو سگهان.



## غزل

ٻلجي ويو ڇا آهين سي قرب سي کهاٽيون،
راتن جون راتون جاڳي جاني ڪيون رهاٽيون.

تنهنجي عشق ۾ خزانا اڄ بہ اکيون لٽائن،
اشڪن جي موتين جون ناهن ڪٿيون هي ڪاٽيون.

ڇو دور ديس دلبر مون کي ڇڏي رهين تو،
تو ڏي ڏسن پيون نرمل نظرون پٺي نماٽيون.

هت هي پکي پکڻ ۽ ماڻهو اداس تو لئہ،
بي ترس تي وئين ڇو هي صورتون ڪئين ساٽيون.

اڄ ”مير“ سان ملڻ لئہ اي خوبرو خدارا،
سي منزلون سي مرڪون محبوب اڄ تہ ماٽيون.



## غزل

اکين مان هي سانوڻ جون بوندون نہ ويندیون،
هتي هاڻ ڪڏهن بهارون نہ ايندیون.

نہ ايندا سڄڻ ۽ نہ قاصد ٿي ويندا،
نہ منهنجي اڱڻ تي چانڊوڪيون ٿيندیون.

اڪيلائي هوندي ۽ ماتم سڄڻ جو،
تمنائون خونِ جگر ڪي ٿي پيئنديون.

اسان جي نصيبن سقدر جون ڳالهيون،
زماني جي ڏکين زبانن تي هونديون.

جڏهن "مير" موسم بدلجي وئي آ،
نہ وعدا ٿي پرندا نہ ڳالهيون ٿي ٻڌنديون.



## غزل

منهنجي گهر منهنجي نظر ۾ هر قدم تنهائيون،
دام هي آ زندگي يا دم بدم تنهائيون.

ڪيس تڪ لڙندو رهان مان وصل جي اميد لئه،
نيٺ پنهنجو ويون ڪري هي هڏ ۽ چم تنهائيون،

جن ڪي دشمن جان مون سمجهيو بي رحم قاتل چيو،
نيٺ مون ڪي ڪم سي آيون بي رحم تنهائيون.

سم و زر جي جستجو ۾ سوگران پنهنجا ڏسي،
مون اٿي ميڙيا الم ۽ گڏ ڪيم تنهائيون.

"مير" هرڪو شادمان آهي وتي خوش با مراد،
ڪنهن ڪي فرحت آ ڏسي هي درد و غم تنهائيون.



# رديف "ڻ"

## غزل

جهاد ۾ عشق آ الفت ۾ ساري رات رڻ،
اها به آهي ڪرامت اڳڻ تي يار اچڻ.

اها به آهي شهادت عظيم اي يارو،
خيال زلف پريشان ۾ تڙپي جان ڏيڻ.

اهو به معجزو آهي اسان جي نظر ۾ ٿيو،
فراق يار ۾ راتيون ڪٽڻ ۽ ڏينهن ٽيڻ.

اهو به موت کان گهٽ ناهي ٿيو اي همدم،
ڀري ڀرپور جواني هٿن مان يار وڃڻ.

اها به عيد آهي "مير" رخ انور کي،
لڳائي سيني سان سينو ڀڪوڙي پيار ڪرڻ.



# غزل

هن جو سرڪش، اڄ ٿو پيار ڪرڻ،
دل جو ويران چمن بهار ڪرڻ.

اڄ بہ دل تي سو نقش آ يارو،
ڪنهن جو سيني سان همڪنار ڪرڻ.

سايئہ زلف جي حسين خوشبو،
زانوءِ يار تي قرار ڪرڻ.

لب تي لالي هٿي ڪلڻ هن جو،
ڳاڙهي گل کي مثل انار ڪرڻ.

محب کي شوق خود نمائي جو،
دير تڪ عطر ۽ سينگار ڪرڻ.

"مير" سي ڏينهن ڪهڙا ڏينهن هئا،
راتون جاڳڻ صبح نهار ڪرڻ.



# رديف "و"

## غزل

مـــن هي نعرو هڻي محمد ٿو،
دل کي نالو وڏـــي محمد ٿو.

درد ڪيڏا ٻه ڪٽي دل کي هجن،
تـــن جـو داور بڻي محمد ٿو.

جن کي دنيا ڇڏي ٿي ڪيرائي،
تـــن کي اوچو ڪٽي محمد ٿو.

دل کي دنيا جڏهن ٿي ٽڙپائي،
مـڪ جـا پيوند هڻي محمد ٿو.

"مير" دنيا وڏـي تہ درد مليا،
ان ڪري بـس وٺي محمد ٿو.



# غزل

حسن جي خوشبو گلن جي خوشبو،
ليڪن پياري وطن جي خوشبو.

باغن ۾ ڪيتن ۾ آهي،
سنڌ جي ماڪ ڦڙن جي خوشبو.

سنڌ سموري ۾ تي آهي،
ڄڻ ته باغِ عدن جي خوشبو.

تنهنجي پيرن ۾ به سڌا آ،
ڌرتي جي رستن جي خوشبو.

"مير" نه مون کي آئي ڪڏهن،
غيرن ۾ پنهنجن جي خوشبو.



## غزل

شڪر مولا جو اسان ڪان ڪوبہ نہ آزار ٿيو،
مثل گل خوشبوءِ ڪئي سين ڪونہ ڪنهن تي بار ٿيو.

دوستن سان خوش رهياسون دشمنن سان رنج نہ ٿياسون،
پاڻ کي انسان ڪنهن سان وير هو نہ عار ٿيو.

دلبرن کان دوستيون ٿيون ۽ دغائون پڻ ٿيون،
پر اسان کان گل رخن لئي پيار هو ۽ پيار ٿيو.

دل ۾ جي آئي ڪدورت تي زبان روڪي ڇڏي،
ڪوبہ مون سان حرف ڪڍهن ڪونہ تي پيڪار ٿيو.

"مير" صاحب هوندي پڻ مهر و وفا جاري رکيم،
هر گهڙي لطف و عنايت مون کان تي اظهار ٿيو.



## غزل

شورشِ غم پلا ٹي مرکي پئو،
درد کي سیني لائي مرکي پئو.

چپا ملي تو فضول آهن سان،
زیرِ لب مسکرائي مرکي پئو.

ها الم جو ڏکيو هي دور آهي،
پيچ سان پيچ پائي مرکي پئو.

عشق ۾ هي تلاشِ راحت ڇو،
رنجش کي رلائي مرکي پئو.

"میر" گردش سان کيڏ جاري رک،
پاڻ تي نيهن نائي مرکي پئو.



## غزل

برھہ ۾ بي خود ڪري محبوب ساري ويو ھليو،
درد ڪيئي دل اندر دلبر اٿاري ويو ھليو.

نيھن جا اھڙا نشانا ناز سان نرمل ھنيان،
دوبدو چڙ تہ دو ناليون ڪئي اڪاري ويو ھليو.

ھي گلي ھي ڪوھہ واٽون ھي شھر ويران ڪري،
برھہ جي پنيور ۾ ڪا باھہ ٻاري ويو ھليو.

ڏک تہ آھن گهالهہ جو پوھ ياد گيري ڪانہ ڪئي،
واھہ جا وعدا ڪيا ليڪن وساري ويو ھليو.

”مير“ محبوبن سٿي ناھن ميارون ڪي ڪبيون،
شڪر آھي ڪا گهڙي گڏجي گذاري ويو ھليو.



# غزل

ظالم! ڀري نہ ويھہ منھنجو ساھہ ٽُٽي ٿو،
هي من جو قيدي ڪيو اٿئي ڀلا هين بہ ڇُٽي ٿو.

هين دور رهڻ سان ڀلا درد ڪو وينداو،
ڪو غم جو ڏينهن سھڻا ڀلا هين بہ کُٽي ٿو.

تو پيار ڏئي پاڳل اهڙو ڪيو پريءَ آ،
جڻ عشق هٿن سان مون کي هاڻ گھُٽي ٿو.

دل بہ کٽي وئين دلبر ننڊ بہ ڦُٽائي وئين تون،
ڇا پيار ۾ ڪنهن کي ڀلا هين بہ لُٽي ٿو.

اي ”میر“ جا محبوب ڀلا ڇنو تہ جيئون ڪيئن،
هر لمحہ نئون درد نئون سور ڦُٽي ٿو.



## غزل

اڄ پراڻي وات تـــان آيس تـہ منظر ياد پيو،
سو قصو جو ذهن ۾ اڪثر ٿي اڪثر ياد پيو.

ساڳي سهڻي سائي ساوڪ جـو نظارو دلفريب،
سحب جي جوڀن جواني جو ٿي محشر ياد پيو.

سج افق چيري اچان ٽورو مٿي آيـــو پـئـي،
مون کي ان دم يار جو ٿي مک منور ياد پيو

دل ۾ هڪ درياهہ ٿي ڇوليون هڻي منهنجو لڳو،
اف پراڻي يـــاد جو ڪهڙو تصور يـــاد پيو.

"مير" ڪئي گلشن ڏٺم بلبل ڏٺم وسري ويم،
سو نظارو جت مٺو ملندو هو ور ور يـاد پيو.



## غزل

ٻئي سمت تنهنجي حسن مون ڪي نهارڻ نہ ڏنو،
شهر ۾ ڪيئي سخي هئا پڪارڻ نہ ڏنو۔

شهيدِ ناز تي تنهنجو ٿـي حق هو سهڻا،
ڪنهن ٻئي ڪي مون بعد مرگ اجارڻ نہ ڏنو۔

اسين ڪرياسين جي مڻ ٻي اوهان جي اکڙين جي،
سهاري لاھ وريا ڪئي تي، اتارڻ نہ ڏنو۔

ڪڏهن تي زلف پيا ياد ڪڏهن لب شيرين،
نقوشِ حسن ڪڏهن تو ڪي وسارڻ نہ ڏنو۔

هي "مير" تنهنجي قدم ۾ ڪٽي ها عمر تمام،
گردشِ دور مگر ڪڏهن گذارڻ نہ ڏنو۔



## غزل

ڪا گهڙي ڪا پل به راڻل اڄ نهارين ڇو ٿا،
هئي اکين جا ڪان ٿهري اڄ اڪارين ڇو ٿا.

حيف آ هن رت حسين ۾ تون رٺو راڻا وتين،
اڄ مٺا ساڻـــا ڪري محبوب مارين ڇو ٿا.

ناز پرور ناز ڪر ڇڏ تون اهـا ڪاوڙ قريب،
هاڻ هن موسم حسين ۾ گـڏ گذارين ڇو ٿا.

عاشقن کان ان طرح ٿيندي خطـا رهندي آهي،
حسن جي صدقي اهـــا سهڻا وسارين ڇـو ٿا.

"مير" کان پاسو مٺائي منهن ڦيرائي ڇو وتين،
سي سڄڻ اکڙيون عقابي اڄ الارين ڇـو ٿا.



## غزل

شام جو گھرو سايو هوندو،
بام مٿي هو آيو هوندو.

منهنجي وفا تي هاڻ تہ هن جو،
مثبت مثبت رايو هوندو.

مون جو لکيو آ پيار پر نغمو،
سو هن مرڪي ڳايو هوندو.

آئون ڇمان جيئن هن بہ چپن سان،
منهنجو ڦوٽو لايو هوندو.

منهنجي اکين کي ٺارڻ خاطر
ويس گلابي پايو هوندو.

جيئن وٺي تو يار اسان کي،
"میر" بہ ان کي پايو هوندو.



## غزل

ڪھڙو بيان تو سان ڪجي دردِ شديد جو،
فرصت ملي ته ڏسجان جنازو شهيد جو،

هر ڏينهن ڪري عيد گذارين ٿو اي سهڻا،
مون لئي بنجي چنڊ وڃين تون ته عيد جو،

آهي فضول ياد ڪرڻ ڪنهن کي پڪارڻ،
هي آرزو بس درد ٿو سمجهان مزيد جو،

آهي جا ڏهي رسم نئين ما نڀائبي،
بر چشم هر دستور زماني جديد جو،

اي "مير" فقط اڄ هجي تہ اڄ کي ٿي ڏسجي،
ماري رکي ٿو مون کي انديشو بعيد جو،



# غزل

جوان موسمن ۾ جدا آ ڪريو ويو،
اڇان ويڻو سوچيان تہ ڇا آ ڪري ويو.

سر بزم منهنجي نہ تعريف هن ڪئي،
ٻڌو تم تہ منهنجي گلا آ ڪري ويو.

شهر ۾ گلي ۾ ڪري ڪوس ويو آ،
قيامت حسين ڪا بپا آ ڪري ويو.

وٺي دل ويو پر نہ مون کي ڏني ٿس،
عجب مون سان دوکو صفا آ ڪري ويو.

اسان "مير" ڪاڪل ڪنلين ۾ رهياسون،
سڄڻ لوڪ تي ٿي سخا آ ڪري ويو.



# غزل

وفا بہ قدر ضرورت هو ڏيہ هـا تہ چگو،
نيائي مون سان جي الفت ها بيوفا تہ چگو.

هي چا ڪيس نہ جيان تو نہ ٿي مري تو سگهان،
ڪري قتلام ڇڏي هـا سندس ادا تہ چگو.

نہ هي فرياد ٿئي ها نـہ داد خواهي طلب،
رهي هو مون سان گڏجي اگر سدا تہ چگو.

جدائي ۾ ڪو پلا عشق ۽ جنون تو وجي،
رکي هو روبرو مون کي ڏي سزا تہ چگو.

اي "مير" جرم وفا تي هو ٿيو خفا آهي،
اي ڪاش هن ڪان بہ اهڙي ٿئي خطا تہ چگو.



## غزل

الفت جو بار سرڪي گهٽائي ته چڱو،
نازڪ آ مگر نيهن نڀائي تہ چڱو.

ديوانگي ۾ دل جو متان حال ٻڌايان،
دلدار نہ ديوانو بنائي تہ چڱو.

ماڻهون نہ ڪٿي محب ڪي مهڻو ڏئي وٺن،
مون سان نہ مٺو منهن ڪي مٽائي تہ چڱو.

نانگن جي وچان رخ تي ڪيئن بوسو ڀلا ڏيان،
هو زلف پنهنجي هٿ سان هٽائي ته چڱو.

اي ”مير“ جدائي ۾ دل تنگ ڪري ٿي.
محبوب خود انهيءَ ڪي مڃائي تہ چڱو.



# غزل

خوابن کي مهڪائي هليو ويو،
موڻ سان هو شرمائي هليو ويو.

پنهنجا نيڻ خماري ڪئي هو،
بي ڪل من کي بنائي هليو ويو.

بيمار ۾ ڪهڙو چين ڏنو هن،
ويتر درد وڌائي هليو ويو.

موسم جي هر هڪ سردي کي،
جوڀن سان گرمائي هليو ويو.

سهڻيون سهڻيون اکڙيون ڪڍي،
گهورن سان گهائي هليو ويو.

"مير" ڪنهيون ڪيئن هيڏي حياتي،
محب تہ آهي منجهائي هليو ويو.



# غزل

هو مسڪرائي مسڪرائي مليو،
ڪير ڪي ڪنهن سان ملائي سايو.

هاءِ! قسمت ڪ رشڪ ماهه آهي،
چنڊ به هن سان منهن لڪائي مليو.

هي قيامت نه آهي ڇا آهي،
هو وڇڻ وقت موڪلائي مليو،

سو مقدر جو ڌڻي سڪندر آ،
محب جنهن کان وڃي ورائي مليو.

هي به قاتل جي چال آهي ڪا،
ٿورو هڪي ٻيهي اچائي مليو.

"مير" محبت جو هي معراج آهي،
محب ماڙي مٿي گهرائي مليو.



# غزل

اڄ رات دل جي باغ ۾ سهڻو گلاب هو،
هن جو خيال ذهن ۾ ڇڻ انقلاب هو.

تنهائن ڪان بوج هئا رات جا پهر،
صبح ٿيڻ به سون لئي ڇڻ هڪ عذاب هو.

جيئن جيئن خيال و خواب ۾ ڳوليو سڄڻ کي سون،
تيئن تيئن پري ويو ٿيندو گويا سراب هو.

هن جي اچڻ وڃڻ تي سوچيو ذرو جو سون،
محسوس هو ايئن ٿيو ڇڻ تم حجاب هو.

اي ”مير“ ڳالهيون ڇا سڄڻ يار جون ڪجن،
گفتار ۾ صبا هو پڌڻ ۾ رباب هو.



# غزل

اقرار نــــہ انڪار ايئن وقت وجـي پيو،
ڏسندي اوهان کي يار ايئن وقت وجي پيو.

مرڪي هليو آ بازور حسرت زده ۾ اڄ،
ڇـڏ هاڻ پيا تقرار ايئن وقت وجي پيو.

عاشق سان پــلا ايترو محبوب سڄڻ ڇو،
برسي پئي ملهار ايئن وقـت وجـــي پيو.

جانب جوانــي آهـــي مهمان ڪا مهل،
دلبر ڪراء ديــدار ايئن وقت وجي پيو.

غيرت وٺي ٿي آئيني اکيان جي ڏهڻ تو،
ڇڏ هاڻ هي سينگار ايئن وقت وجي پيو.

محبوب مفت ۾ تو مري "مير" هجر ۾،
ماڻن سان اچي مار ايئن وقت وجـي پيو.



## غزل

رسي ٿو يار سڄو ڏينهن پيو مڃايان ٿو،
وصل جو وقت سڄو عرض ۾ کپايان ٿو.

نگاهِ لطف وئـــي پيار ويو قـــرار ويو،
لڳي پيو هجر ۾ هي زندگي وڃايان پيو.

سڄڻ جا نـــاز عجب آر ۽ انگل اوکا،
مان نئين روز نوان درد کي پرايان ٿو.

علاج هجر جي بيمار جـــو ڀلا ڪهڙو،
طبيب روز نئين ســر نـوان گهرايان ٿو.

اي "مير" وصل جو ڪيف و قرار ياد ڪري،
هنجون حبيب لئي هردم هتي وهايان ٿو.



## غزل

دل تـي هين اختيار ڪيئن ٿيندو،
عـمـر پـر انتظار ڪيئن ٿيندو.

تـون قيامت ۾ ٿـي ملي ويندين،
هـا! مـگـر اعتبار ڪيئن ٿيندو.

تنهنجي وعدي تي سڀ ڀلائي ڇڏيان،
هـي غـم روزگار ڪيئن ٿيندو.

وصل ۾ بـه جڏهن نـه آ ميسر،
هجر سان مون کي پيار ڪيئن ٿيندو،

"میر" آهي فراق ڄڻ تـه خزان،
سو چوڻ سـان بهار ڪيئن ٿيندو.



## غزل

سون ڏلو رات توکي خواب ۾ هئو،
چنڊ روشن تنهنجي شباب ۾ هئو.

تنهنجي هر ڳالهہ ۾ خمار عجب،
گفتو هڪ هڪ ٻڌل شراب ۾ هئو.

چؤطرف تنهنجي اچڻ جي خوشبو،
جسم تنهنجو ٻنل گلاب ۾ هئو.

رفتہ رفتہ ڏسڻ اکين جو جهڪڻ،
ربط کهڙو نہ ان حجاب ۾ هئو.

"مير" کهڙي تنهنجي واکاڻ ڪري،
حسن تنهنجو نہ ڪنهن حساب ۾ هئو.



# غزل

اڄ بہ مرڪڻ اوھان جو وسري نٿو،
تو سوا دل تي ڪوئي اڀري نٿو.

لڳي ھي راھہ سون کي ويران تي،
تو جيھو ڪوبہ ھتان گذري نٿو.

ڪئن ڀلا دل کي ويھي وندرايان،
خيال تنھنجو تہ ذرو آتري نٿو.

اڄ نہ قاصد نہ ئي ڪو حال پرس،
اڄ تہ ڪانگل بہ ھتان آڏري نٿو.

درد دلبر جو "مير" اھڙو آ،
لڳو ھين تير آھي نڪري نٿو.



# رديف "هہ"

## غزل

سندم دل آشنا ڪر تون حقيقت سان رسول الله،
منور دائما رک تون عقيدت سان رسول الله.

پڙهان شل ورق وحدت جو دوئي سان وڃي ڏوهي،
هجان هردم سدا ويجهو شريعت سان رسول الله.

نقش جا نوڙ هي نيئر بچان شيطان ۽ شر کان،
پلئو منهنجو نہ پئي انڪي حزيمت سان رسول الله.

هجين رهبر ۽ تون هادي حياتي جي سفر ۾ شل،
وڃان هر حال ۾ ريجهي طريقت سان رسول الله.

ڪرم ڪو "مير" تي اهڙو مٺا مدني محمد ڪر،
وڃان گم تي سچو سارو مشيعت سان رسول الله.



## غزل

ڪجهہ ڳالهايو جناب مگر آهستہ،
زندگيءَ ۾ ڪيو انقلاب مگر آهستہ.

گهنڊ گهورون تہ مقدر ٿي اسان جو آهن،
ها! اسان تي ڪيو عتاب مگر آهستہ.

روز و شب ڏمر جا ٿا باب ڏهن،
پورو پنهنجو ڪيو ڪتاب مگر آهستہ.

ٿي دور جيٺ جو ٿار دور چون،
پلي مهڙا سگهو شتاب مگر آهستہ.

"مير" محبوب ڪڏهن تو ڪي مڃي ٿي وٺندا،
هي ڏسندو ٿي رهہ خواب مگر آهستہ.



# غزل

بيان ٿي سگهي ٿو نہ غم توبہ توبہ،
حسينن جي عادت ستم توبہ توبہ.

ڪٿي دل ھايا ويا ڪري قول مون سان،
وساري وري ويا صنم توبہ توبہ.

ڪٿي عشق ۾ ڪنھن نہ ڪا غمگساري،
ڪيا دوست دشمن ظلم توبہ توبہ.

جڏھن بہ سڄڻ سان ڪيم غم جو شڪوو،
چيائون تہ آھن ڪرم توبہ توبہ.

جڏھن "مير" آيا نہ وعدي تي سھڻا،
رنا رات ساري چشم توبہ توبہ.



# رديف "ءِ"

## غزل

هـــر چيز هـوس آهـــي الله کان سواءِ،
هر ڳالهه ۾ ڪس آهي الله کان سواءِ.

اي دل مٿان تون پلجين رنگين زماني تي،
ٻـــي وات نـــہ ڳس آهي الله کان سواءِ.

هر بار لطف ڏي تو ٽالو مٿو خدا جو،
ڪٿ اهڙو نہ چس آهي الله کان سواءِ.

مولا سواءِ ڪير نـــہ تقدير تـــو ٽاهي،
انسان بـيـوس آهـــي الله کـــان سواءِ.

اي "مير" تون نفس کي ڪر مطمعن چڱو آ،
هـــر چيز ٻـــي بس آهي الله کان سواءِ.



## غزل

توں اچين ٿو ته وچي ٿي خوشبوءِ،
توں آهين تنهنجي رهي ٿي خوشبوءِ.

ڏنگ دل تي هٽي نه موسم ٿي،
ڪيڏي فطرت ڪي وڌي ٿي خوشبوءِ.

هوش ڪي پي وچ مدهوش ڪيو،
ڪهڙا نغما هي چوي ٿي خوشبوءِ.

زهر تنهائن جا ماڪي ٿين،
تنهنجي گيسو جي اچي ٿي خوشبوءِ.

"مير" سان توں نه آهين سات جڏهن،
حال منهنجي تي ڪلي ٿي خوشبوءِ.



# غزل

وڻندي ڪڏهن اسان کي سدا هئي وفا جي بوءِ،
محبوب دل نواز جي دم خود ادا جي بوءِ.

هي ڇا ٿيو جو مان ئي گنهگار ٿي ويس،
ڪيڏي ته ناپسند هئي مون کي خطا جي بوءِ.

جن جي عمر آ گذري سدا جور و جبر ۾،
تن کي وري اچي ڪٿان آه و بقا جي بوءِ.

ميري نه ڪڏهن دل ڪجي دنيا جي چون تي،
ويجهي نه ڪجي ڪڏهن ڪبر و ريا جي بوءِ.

اي "مير" ڪٿي موتيو، ريحان ڀيٽ ۾،
سڀ ڪان پري وڃي ٿي زهد و سخا جي بوءِ.



# رديف ”ي“

## غزل

ٻي قدر هو نه هئو قسمت ئي هئي،
ها مقدر ۾ نه محبت ئي هئي.

هو نصيبن ۾ سو ملي آ ويو،
وصل پنهنجو نه هو فرقت ئي هئي.

ڇا ڪريون هاڻ قصو الفت جو،
ڪا گهڙي پل جي ته نسبت ئي هئي.

پيار ڪهڙو آ هن زماني ۾،
ها اگر هئي ته ڪا وحشت ئي هئي.

خواب وانگي مليو اسان کي هو ”مير“،
هن سان بس ايتري صحبت ئي هئي.



## غزل

بسي وسين جو نظام ڏس تہ اچي،
ڪيئن گذاري آ شام ڏس تہ اچي.

تون رهين بدگمان تو جن ڪان سچڻ،
تن لبن تي آ نام ڏس تہ اچي.

پنهنجي گردشِ زلف جي صدقي،
منهنجي گردش ايام ڏس تہ اچي.

اي ستل خوابِ غفلت جا صنم،
ننڊ منهنجي حرام ڏس تہ اچي.

"میر" کي شادمان چوڻ وارا،
پنهنجو غمگين غلام ڏس تہ اچي.



## غزل

ڪنهن دلربا جي ڳالهه ڪريو شام وجي ٿي،
ساغر ۾ مئه ڪا لال ڀريو شام وجي ٿي.

جي دل اداس آهي ته هو خوبرو اچي،
دل تي جدائي هٿ ڪو ڌريو شام وجي ٿي.

صبح ته خير هن جي حسين فڪر ۾ وئي،
افسوس ته هي آهي ڍريو شام وجي ٿي.

مئه آهي ته هو ناهي هو آهي ته مئه ناهي،
بي ربط تسلسل ۾ ڪريو شام وجي ٿي.

اي "مير" زندگي جي ڪو حسرت به هي ڏسي،
مشڪل سان جا آئي سا وريو شام وجي ٿي.



# غزل

نازڪ پرين کي جور و جفا ڀي نہ ٿي اچي.
افسوس ڪريون ڪهڙو وفا ڀي نہ ٿي اچي.

بوسو ڏيڻ تہ ڏي تو اگهي تو رومال سان،
هن شاهہ حسن کي تہ سخا ڀي نہ ٿي اچي.

هو شرم بہ ڪري تو ستم جي حدود تڪ،
ڪم سن آ ڪرڻ هن کي حيا ڀي نہ ٿي اچي.

ڪلهہ رات ڏسي مون کي اڱڻ تي ويهي رهيو،
محبوب کي ڪرم جي ادا ڀي نہ ٿي اچي.

اي "مير" چپ رهڻ ۾ بہ ناهي قرار ڪو،
چاهيان اگر گلا تہ گلا ڀي نہ ٿي اچي.



# غزل

گذري ويا جي وقت ورن تا ڪڏهن وري،
وڇڙي ويا جي يار ملن تا ڪڏهن وري.

هو آهي آسپاس مگر دور دل کان آ،
نڪري ويا جي تير اچن تا ڪڏهن وري.

روئڻ ڪنجهڻ سان درد پلا ڪيترو لهي،
طوفان مچي ويا جي وهن تا ڪڏهن وري.

سوز و فراق هن جي محبت جي ياد آ،
يا چار ڳوڙها اک سان ڪرن تا ڪڏهن وري.

اي "مير" شاعري ۾ ٻڌائين ڇو لوڪ کي،
ان طرح راز دل جا کلن تا ڪڏهن وري.



## غزل

جفا تي جفا ڪر ورائي ورائي،
پاڻي ڏس اسان کي ستائي ستائي.

اڙي خاڪ تنهنجي قدم تي ٿي ڪرندي،
پلي چڏ اسان کي جلائي جلائي.

ڪڏهن ڪونه تڪبي اسان جي محبت،
راهه ۾ عشق ۾ ڏس هلائي هلائي.

جا دل تان لهي سا محبت نه چئبي،
اسان کي تون ڏس پيو مٽائي مٽائي.

اي سهڻا پلي "مير" کي آزما تون،
محبت وڌائي گهٽائي گهٽائي.



# غزل

ڪڏهن تـم سون ڪي اچي يـار وچ هـي سمجهائي،
هـــي دل ڇو نالو وڌــي تنهنجو سون ڪي تـڙپائي.

هـــي رات ڇو ٿــي اچي زلـف تنهنجا يــــاد ڏئي،
هـــي صبح ڇــو ٿــي اچــي چهرو تنهنجــو ورجائي.

ڏسان ٿــو پنور اکيون يــــاد ڇــو اچــن تنهنجون،
هـــي گــل ڇــو تنهنجي عارض جو رنـگ بدلائــي.

هـــي ساڪ ڇــو ٿــي پسينو لـڳــي سڄڻ تنهنجو،
هـــي دل ڇــو جوش محبت ڪان پــــاڻ اڇلائــي.

جي پلجي ويو آهين سهڻا تم سون ڪي ياد تون ڪر،
رڻـــو جـــي آهين ڇٿو "مـــيـــر" تــو ڪــي پرچائي.



# غزل

ڇو زلف جا ڦاهين ۾ پيو مجبور تُو چاڙهين وارن تي،
بي درد ڀلا ڪجهه سوچ هي ڇو ظلم ڪرين ويچارن تي.

هڪ برهه جو اوکو بار سڄڻ، پيا تنهنجا انگل آزار سڄڻ،
ڏئي درد هزارين يار ڇڏين ٿي رات ڪٽي آڱارن تي،

هڪ سور هجي رکجي سهجي، هڪ درد هجي دل ۾ سانڍيون،
تُو برهه جون باهيون اوڙيون ڏين آزار مڇن آزارن تي.

هڪ پيچ مان نڪرون پئي ۾ پئون فرحت ئي نه آهي سورن کان،
ڇو رنج و الم جا وار ڪرين نادارن تي لاچارن تي.

هي "مير" به تنهنجي آس ۾ آ، بي قياس ڪڏهن ڪو قياس به ڪر،
تقدير اچي تون ڏاهه ڪنهن جي سينگار نه ڪر سينگارن تي.



# غزل

اڄ اڱڻ تــي يـــار آئين قربداني تــي وئــي،
محب تنهنجي اڄ اسان تــي مهرباني ٿي وئي.

دل ۾ ڪيئي درد هئا شڪوا هئا ۽ هئي گلا،
پــر پرين توکي ڏسي هت ٻـي زباني ٿي وئي.

اي مٺا جاني جدائي ڪجهہ بگاڙي نہ سگهي،
پـــر ذرا ٿوري دلين ۾ بدگماني ٿــي وئـــي.

هجر جون راتيون مقدر ٿــي ويــون آهــن مٺا،
پر اچوڪي رات سان ڏس ڪجهہ آساني ٿي وئي.

"مير" جنهن ڪان پل جدائي جو ڏکيو ڏاڍو هئو،
محب اهڙي ڪان پري هي زندگاني تــي وئي.



## غزل

دل منهنجي کي دير تڪ ڏڙڪائي تنهنجي ياد ٿي،
تون پري آهين پرين تڙپائي تنهنجي ياد ٿي.

هڪ اڪيلايون هجر ٻيو انتظاري جو زهر،
ٽيو اچيو در هر گهڙي ڪڙڪائي تنهنجي ياد ٿي.

تون وساري پاڻ وئين ۽ دل ڪٿي خود ساڻ وئين،
چو اچيو سوري مٿي لڙڪائي تنهنجي ياد ٿي.

سوز هڪ ساڙي ڇڏيو ٻيو برهه ڪئي باهيون ڏنيون،
چو اچيو رت روح کي ٽڙڪائي تنهنجي ياد ٿي.

"مير" سان محبوب هين رشتو رکڻ ناهي روا،
چو ڪنل تي ڪان پيا ڪڙڪائي تنهنجي ياد ٿي.



# غزل

نہ تون وسرين سگهين دل تان نہ تنهنجي ڳالهہ وسري ٿي؛
اکين مان آب جاري آ، ايئن هر رات گذري ٿي.

خدا ڄاڻي ڪڏهن ايندين ڪٿي سي نيڻ مستانا،
ڏسي ٻي درد تنهائيون منهنجي تہ جان نڪري ٿي.

دعائون ٻي اثر ٿي ويون ڪڍين سان فرق نہ آيو،
علاجن آگ ڀڙڪائي دوا ٿيو زهر اتري ٿي.

نہ دل باغن ۾ ٿي وندري نہ ڪا ساحل تي ٿي سڌري،
لڳن مون کي ڀهڻ ٿيو گل هوا ٿيو تير اکري ٿي.

سڄڻ ساري هنجون هاري ٿا مشڪل "مير" ڏينهن ڪاٽيون،
ڪٽيو سامان سورن جا سڄڻ ٻي رات ايري ٿي.



# غزل

پي ويس پوءِ خطا ياد آئي،
توبه توبه جي دعا ياد آئي.

لغزشِ مئه ڪان ڪري پيس جڏهن،
مون کي سجدي جي ادا ياد آئي.

محتسب هاڻ حسابون ڪهڙيون،
مون کي پنهنجي نه سزا ياد آئي.

پيتو شب پر شراب مون تڪڙو،
نماز عشق قضا ياد آئي.

مان بلا نوش ٿيس يار تڏهن،
تنهنجي زلفن جي بلا ياد آئي.

"مير" هي مئه حرام هوندي آ،
هوش جڏهن نه رهيا ياد آئي.



## غزل

گردش و رنج ۽ آلام هڻڻ ڏي ساقي،
مئي تي دنيا سندو الزام هڻڻ ڏي ساقي.

رات پنهنجي ڏي تات ۾ ويندي،
پر هي بدنام آهي شام هڻڻ ڏي ساقي.

بي خودي آئي نہ آهي اسان جي در تي اڃان،
هوش ۽ عقل سندو نام هڻڻ ڏي ساقي.

ترڪِ الفت جو تماشو بہ ڏسي وٺنداسين،
يار کي ٿورو ئي دوگام هڻڻ ڏي ساقي.

"مير" محجوب نہ آهي رسم آ دنيا جي،
ترس هي واعظِ بدنام هڻڻ ڏي ساقي.



# غزل

خوشبو عجیب آهي سڄڻ جي ديار جي،
جيئن باغ ۾ مهڪ آهي فصلِ بهار جي.

هيرن جون ڪٽيون آهن يا لعل و جواهر،
ڪهڙي ثنا ڪيان سان گلين جي غبار جي.

الجهي پئي هي دل آ سندس محل و مڪان ۾،
رونق عجيب آهي درن جـي ديـوار جي،

هن جي شهر جون واٽون عجب يار ڏٺيون سين،
تعريف ڇا بيان ڪجي تـن پيچدار جـي.

باغِ عدن کي رشڪ اچي جي اگر ڏسي،
ٿوري جهلڪ سڄڻ جي حسين لاله زار جي.

اي "مير" ڪٿ ڪروڙ نه ديوان ٿهي وڃن،
تعريف لک نه ايڏي حسين محب يار جي.

## غزل

ڇو ستائين تو ايڏو خطا ڪان اڳي،
ڪو مري نہ پوي ڪنهن سزا ڪان اڳي.

نـــاز پرور ذرا نيڻ پنهنجا تہ جهل،
دل جو ڏاڙو لڳي ويو ادا ڪان اڳي.

آف! هي قاتل جواني هـي ظالم ادا،
هاه ماري وهـن تـا قضا ڪان اڳي.

ڪونہ اهڙو بڏوسين ستمگر ڪڏهن،
پنهنجي سهڻي مٺي دلربـا ڪان اڳي،

ڇو ٿو ماري وهين "مير" ڪي مفت ۾،
ناز پنهنجي ڪان پهرين جفا ڪان اڳي.



## غزل

تنھنجو پـــاڪ حجاب آهي،
تـــو سان ملڻ ثـواب آهي.

تـون سراپـــا خوشبو آهين،
تنھنجو حسن گلاب آهـــي.

حسن جو حاڪم آهين سهڻا،
جوين جو نـــہ جواب آهي.

اکڙيون تنھنجون ابرِ رحمت،
تنھنجو وجود ڪتاب آهـي.

سهڻا توکي هـردم ساريـون،
خيال اوهان جو خواب آهي.

"میر" سان مل محبوب اچي،
کهڙو هـــاڻ حساب آهي.



## غزل

شمع رخ روشن اکيان تون ٻرڻ ڏي،
اچان دل ٺرڻ ڏي اچان دل ٺرڻ ڏي.

مٿا تنهنجي جلوي منجهايو آ مون کي،
ذرو ترس هوش تہ منهنجا ورڻ ڏي،

جدائي جي صدمن جو آهيان ستايل،
فضا قرب جا ڪجھہ تہ مون کي ڪرڻ ڏي.

اچان سوز الفت لٿو ڪونہ آهي،
درد کي تہ دلبر اندر مان ٺرڻ ڏي.

ڪندو "مير" شڪوو نہ اڄ ڪا شڪايت،
مگر ان کي آهون تہ اکيان ڪجھہ ڀرڻ ڏي.



## غزل

تنهنجي لطفِ نظر جي عطا ٿي پئي،
زندگي جي وري ابتدا ٿي پئي.

درد تنهنجي اکيان بي اثر ٿي وڃن،
تون اچين جي انهن جي دوا ٿي پئي.

روبرو تون اسان جي هجين مه لقا،
ڇا خوشي جي عجب انتها ٿي پئي.

زندگي بيوفا چيز آهي سڄڻ،
ڪاش ان ۾ ڪا تنهنجي وفا ٿي پئي.

محب مولا ڪري تون اچين "میرؔ" وٽ،
منهنجي مقبول اڄ هي دعا ٿي پئي.



## غزل

افشا پلا هي دل جي حقيقت بہ ڪيئن نہ ٿئي،
ظاهر دلين جو پيار محبت بہ ڪيئن نہ ٿئي.

آڙاه ڪڏهن لوڪ جي نظر کان لڪو آ،
پوءِ عيان برهہ جي مصيبت بہ ڪيئن نہ ٿئي.

تلوار جيان پرون ۾ اکيون تير مثل تيون،
سهڻن اڳيان پوءِ ڪنهن کي حزيمت بہ ڪيئن نہ ٿئي.

هرڪو هتي مجازي خدا ٿاهي هلي پيو،
پوءِ خلاف پنهنجي مشيت بہ ڪيئن نہ ٿئي.

اي "مير" هرڪو آهي هڪ ٻئي سندو خلاف،
پوءِ خلل اسان ۾ اذيت بہ ڪيئن نہ ٿئي.



## غزل

ظلم ٿیو دل تي گهڻو ليڪن فغان سون ڪان ڪئي،
پنهنجي قوت صبر واري رائگان سون ڪان ڪئي.

محب ڪي پاڃي ڪڏهن شڪوو ڏنو سون نه گلا،
هي زمين سر تي کڻي ۽ آسمان سون ڪا نه ڪئي.

درد ڪي ۽ زخم ڪي سيني اندر سانديي رکيم،
ڪا ذري رنج و الم جي ڪٿ عيان سون ڪا نه ڪئي.

هر گهڙي اميد ڌاريم آس رکيم يار جي،
ڪنهن به ساعت دل سندم بدگمان سون ڪا نه ڪئي.

"مير" سون سان دلربا هردم رهيو نامهربان،
پر ڪڏهن هي دل سندم بي مهربان سون ڪا نه ڪئي.



# غزل

ساقي ٿورو اڃان ٻـم پيار مون کي،
ڪ ڪپي ٿـو اڃان قـرار مون کي.

سُم اگـر منڪدي ۾ نـاهـي رهي،
مرڪي صورت سندي ڏيکـار مون کي.

درد منهنجـو دوا مـان ڇـا ڇاڻـي،
دوست پنهنجو ڪراءِ ديـدار مون کي.

هــوش آهـن اڃـان سلامت تـيـا،
غم جي ٿوري اڃان آ سـار مون کي.

"مير" کـي نـفـرتـن جياريـو آهـي،
ورنہ ماري ڇڏيو ٿـي پيار مون کـي.



## غزل

ادا ۾ مون کي سڄڻ جي وفا پسند آهي،
نياز و نــاز ۾ هن جو حيا پسند آهي.

محب منهنجــو ســراپـــا آهـــي حسين،
ٻڌايان کهڙي وصف مان تہ ڇا پسند آهي.

مرڪ هن جـي ڏسي اچي تـــي ڪنوڻ،
گھٽا کي زلف سندس جي ادا پسند آهي.

هـن جـــي رخسار کان آ رنـگين شفق،
صبح کي رخ سندس جي ضيا پسند آهي.

معيار منهنجي مٽي جو مٽي اي "مير" آهي،
وڏن تـــا شعر سندم ۾ ثـنـا پسند آهي.



# غزل

هن جي غم کان ٿيو لا علاج آهي،
هن جو مرڪڻ ئي ها علاج آهي.

مون مريضِ الم کي ڪهڙي خبر،
دردِ فرقت جو ڇا علاج آهي.

هو اچي روبرو تہ ڇا نہ ٿئي،
هن جو ٿيو نقشِ پا علاج آهي.

ڪاش ڪا گردشِ فلڪ مٽجي،
هن جو دستِ دعا علاج آهي.

بس فقط "مير" تون رهين محروم،
ورنہ هر هڪ ٿيو بـا علاج آهي.



# غزل

آهن جـــي نارسائي سمجهه ۾ نٿي اچي،
قسمت جي بيوفــائي سمجهه ۾ نٿي اچي.

مغرور وتــي سهڻو اسان جي سوال تــي،
سهڻن جي ڪج ادائي سمجهه ۾ نٿي اچي.

منهنجي عشق جو غرور ٻه اباٻس جيان آ،
ٻئي در سندي گدائي سمجهه ۾ نٿي اچي.

هــر روز عقل دل جو جهيڙو لڳو وتي،
هي دوبـدو لـڙائــي سمجهه ۾ نٿي اچي.

اي "مير" عجب طرح سان بي ربط آ خيال،
اج گيت غزل ۾ وائي سمجهه ۾ نٿي اچي.



## غزل

ويو سهڻو ڏار ڪري،
دل جنهن سان پيار ڪري،

ڏکڙا منهنجي دل ۾،
ويا هنڌ هنڌ ڏار ڪري.

سورن جا سامان ڏئي،
ويو اکڙيون چار ڪري.

ڪو رحم ڪري شل راڻو،
ملي سهڻو سار ڪري.

ڪڪر وچوڙي وارو،
آيو ڏاڍي ڪار ڪري.

"مير" سان مرڪي مرڪي،
ويو پل جو پيار ڪري.



## غزل

هن کي عادت آ بيوفائي جي،
ڳالهه ڪهڙي ڪريون جدائي جي.

خون دل جو ڪري ويو آهي،
شاهدي آهي هٿ حنائي جي.

پنهنجو هو بيوفا ته ٿي نه سگهيو،
ڇا ڪيون سوچ شئي پرائي جي.

جو وساري ٿو ڪاش وسري وڃي.
لهي تهمت هي آشنائي جي.

خود غرض "مير" محبت ٿي جڏهن،
پوء تمنا ڇا دلربائي جي،



## غزل

تو ڏي ڏسي اسان جي دل پئي وري وري،
پيارا سرڪ پيـاري تو ڪئي چري چري.

نالي خدا جي هاڻي محبوب مل اسان سان،
تو کان سواءِ پيارا ويندس مري مري.

ڪئي درد دل ۾ سهٽا تنهنجي فراق جا هن،
اچ تہ ٻڌايان تو کي ساري ذري ذري.

راتن جون راتيون جاڳي جاني تو کي پڪاريم،
آهي جلايو برهہ جي ٻارڻ ٻري ٻري.

تون "مير" کي وساري محبوب وئين هليو پر،
منهنجي نہ توري ساعت هڪڙي سري سري.



## غزل

ڪيترو غم هجي ليڪن ڪڏهن گلا نه ڪجي،
عشق جي شرط اها آهي ته رسوا نه ڪجي.

عشق کان پهرين مناسب آهي سوچڻ سمجهڻ،
ٿي ويو عشق ته پوءِ لبن کي وا نه ڪجي.

اجايو شوق ڪٿي آهي دل کي دل سان ڳنڍڻ،
جي ڳنڍجي اوچتيون ويون ته پوءِ جدا نه ڪجي.

زمانو ئي آهي اهڙو ڪڏهن ٿيو ٿي وڃي،
مگر اي دوستو غلطي ڪڏهن سدا نه ڪجي.

اڄان به "مير" گهڻا ٿيا جهان جا رنگ آهن،
ڪري اجائي ڪا جلدي هي دل فدا نه ڪجي.



## غزل

زماني ۾ جنهن سان ٻـــه مون ڪئي وفـائي،
انهي ڪان تـــي مون ڪـــي ملي ڪج ادائي.

ڪرڻ نـاهـــي شـــايـــد چڱي ڪا چڱائي،
جـــو صدمان سهي پئي اسان جـــي سچائي.

تـــو هرڪو نـــي چاهـــي نـفـرت نـفـاق،
نـــه آهي جـــو چاهـي تـــو صلح و صفائي.

ڪرڻ هرڪو چاهي تـو ٻئي جـــي برائي،
نـه ڀاڄي ڪري تـو ڪو ڪنهن جي ڀلائي.

اســـان ”مير“ اهـــڙي زمـانـــي ۾ آهيون،
جـتـــي ڪوڙ دوڪـا ٻـــي آڪڙ اجـائـــي.



## غزل

خلوص و پيار و محبت بہ هڪ فريب آهي،
حسن جو چاهہ ۽ رغبت بہ هڪ فريب آهي.

تمام عمر انهي دشت ۾ گهمي ھـي ڏٺـو،
حسين جو پيار ۽ حسرت بہ هڪ فريب آهي.

هزار بـار شبِ وصـل ٿـي نصيب مگر،
ڏٺوسين هن سان هي نسبت بہ هڪ فريب آهي.

دل و دماغ ڪان هي فيصلو ڪڍهن نہ ٿيو،
ڇا منهنجي هن سان چاهت بہ هڪ فريب آهي.

عجيب سوچ دلِ بدگمان ۾ آئـي اي "مير"،
ڪ منهنجو عشق ۽ الفت بہ هڪ فريب آهي.



# غزل

هر هر جنهن جـي صورت ساري،
سون ڇـڏي هـي عـمر گـذاري.

پل پل جنهن کي ياد ڪريون ٿا،
شال ڪڏهن سو پـرت کي پاري.

جنهن جـي جدائي جان کپي ٿي،
سو نرمل شل مرڪي نهاري.

درد وڌي ويا درد سندي جا،
جانب هاڻ اچي ڪو جياري.

منهنجا "مير" هي نيڻ تڙپن ٿا،
تاهم ڪري شل اکڙيون ٺاري.



# غزل

حسن سهڻي جو سو ٻه سو آهي،
جلوو جاني جو ڪو ٻه ڪو آهي.

هر سمت جيڏن ڪٿان نظر پنهنجي،
دوست اکيان ۾ روبرو آهي،

ٽيو حسين ساهه کان ٻه ويجهو آ،
پوءِ اجائي ٻي جستجو آهي.

زلف هن جا حسين ڪاري گهٽا،
جسم هن جي ۾ مشڪ بوءِ آهي.

هن جي ڳالهين ۾ ايڏو آهي خمار،
ڄڻ ته مئه آهي صبو آهي.

"مير" هو زندگي جو حاصل آ،
هو تمنا هو آرزو آهي.



## غزل

هڪ وار تـہ ڏس تون نـاز ڪري،
پرين پوءِ اکيون ڪر پنهنجون پري۔

جـو هينئر جـدائـي ۾ آ جايو،
سو تـو کي ڏسي هڪ وار نـري۔

ڇـا لـوڪ لکيندو دردِ جـگـر،
سـا جاءِ جلي جت پـاهہ پـري۔

ڪر معاف مدايـون منهنجون مڻـا،
تنهنجي سڪ اندر ٿئي منهنجي سري۔

ڇـا تون تو سـڻـا منظور ڪرين،
هي "مير" تي ماندو تـو لئہ مري۔



## غزل

هن کي وفا نہ آئي مون کي جفا نہ آهي،
هو بہ رهيو اڻاڙي مون بہ عمر وڃائي.

ري تهمت محبت هين زندگي آ گذاري.
هن بہ کي اجائي مون بہ ڪئي اجائي،

هو شوخ بدگمان ۽ مون کي وفا سان رغبت،
هن ڳالهہ پئي وڌائي مون ڳالهہ پئي گهٽائي.

هي درد جي ڏکيو هو ليڪن عجيب پڻ هو،
هن جي وندر بہ ٿي وئي منهنجي بہ ٿي پلائي.

پنهنجي هجر جي هاڻي ڪهڙي ڪريون حڪايت،
هن کي گهٽي ملي وئي منهنجي نہ ٿي رهائي.

اي ”مير“ عمر گذري جيڪا الم ۾ آهي،
پياري سڄي عمر کان سمجهون بہ تا اهائي.



## غزل

مون ابتدا، عشق ۾ ماريو فراق کي،
پنهنجو هو زور بازو ڏيکاريو فراق کي.

محبوب کي مڃائي ورتو پنهنجي وفا سان،
ان طرح تير ڦهري اڪاريو فراق کي.

محبوب دل نواز جا دل تي ڪرم هئا،
اهڙي طرح ورائي ويهاريو فراق کي.

مون عشق جي فتح تي هنيان خوب ٿي نعرا،
۽ گار گند سان ڏاڍو پڪاريو فراق کي.

اي "مير" ستو پاڳ ته ڪنهن کي ميار ڏيون،
مون پنهنجي هٿن سان اٿاريو فراق کي.



# ڀل نامون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| 2 | 8 | چنڊ | چين |
| 13 | 10 | ڪجيبن | عجيبن |
| 16 | 11 | سما | سا |
| 17 | 3 | ڪو | ئي |
| 17 | 3 | تي | × |
| 22 | 4 | تن واه گلن | واه تن گلن |
| 22 | 8 | گهمي تيا | گهمي وئين تيا |
| 27 | 10 | تي آپ | تي آهي آپ |
| 28 | 5 | زلف | زلفون |
| 29 | 3 | هو | هون |
| 32 | 5 | ٻي | × |
| 34 | 7 | جنهن ۾ شهر | جنهن شهر ۾ |
| 37 | 3 | مٺا وچي | مٺا سو وچي |
| 41 | 8 | هي | × |
| 43 | 5 | ڪاهي | ڪافي |
| 43 | 6 | لپ | لب |
| 44 | 10 | تي دعا جي | تيو دعا جو |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| 46 | 12 | بار ساهي | با رسا هي |
| 48 | 8 | جي | × |
| 54 | 3 | ا | آ |
| 54 | 9 | وايس اڳڻ اج | واس اڳڻ اچي |
| 62 | 10 | قيرائي | قرائي |
| 74 | 8 | نگهم تون | نگهم سان تون |
| 76 | 3 | ڪٽي | ٽڪي |
| 80 | 2 | ضم | صنم |
| 82 | 8 | منهنجا | منهنجي |
| 87 | 4 | ڪهائي | ڪهاٽي |
| 91 | 10 | دشمنن | دشمن |
| 98 | 4 | تم آهي | آهي تم |
| 103 | 10 | شڪ جو | مشڪ بوء |
| 105 | 5 | آهين | آهي |
| 105 | 8 | نم | تم |
| 105 | 9 | سوا | سدا |
| 111 | 7 | نار سائي | نا رسا ئي |
| 111 | 14 | ڪهائي | ڪهاٽي |
| 118 | 13 | تون | تو |
| 119 | 2 | اتريون | آتريو |
| 121 | 8 | ڪئين | ڪيئي |
| 123 | 7 | سم | سيم |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 123 | 7 | سوگران | سرگران |
| 128 | مصرع 3 | | |

دل ۾ جي آئي ڪدورت ٿي زبان روڪي ڇڏي،
ايترو ٻي اختيارين ۾ ٻـه ٿـي اختيار ٿيو.

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 128 | مصرع 4 | | |

شعر ۾ ٻه گل ۽ بلبل جو قصو ڇيڙي ڇڏيو،
ڪوبه مونسان حرف ڪڏهن ڪونه ٿي بيڪار ٿيو.

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 129 | | رنجش | رنجشن |
| 131 | 2 | قيدي | قيد |
| 131 | 8 | ڪي پلا | ڪي ڪو پلا |
| 134 | 5 | تون | × |
| 136 | 3 | سهڻا | سڄڻ |
| 137 | 1 | ڪريو | ڪري |
| 143 | 5 | محبوب | محجوب |
| 148 | 3 | دوئي مان | دوئي دل مان |
| 148 | 5 | نقش | نفس |
| 149 | 7 | ٿار | ٿـا |
| 152 | 7 | تنهائن | تنهائين |
| 161 | 1 | پيچ | پيچ |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 161 | 2 | سوچ ھي | سوچ تہ ھي |
| 161 | 7 | فرحت | فرصت |
| 172 | 3 | نظر | نظرن |
| 177 | 1 | نارسائي | نا رسا ئي |
| 178 | 12 | پل | پل |

موھن لال ”موھن“

## قطعو

آڪٽوبر ماھہ سھڻو، سال اوڻيھہ سؤ نوي
رت حسين ۾ واھہ ٿيو ديوان ظاھر ”مير“ جو
جو بہ پڙھندو سو خوشي حاصل ڪندو ھن مان گھڻي
نيٺ ٿيندو ھي شعر دارون سندي دلگير جو

آڪٽوبر = 1990ع



محترم قارئين —

آئون پيش ڪندي هن دعائيه شعر سان ديوان ”مير“ کي

مڪمل ڪيان ٿو - اُميد آهي ته هي دعا اوهان ۽

سڀني لاءِ سچ ثابت ٿيندي =

(خزان نصيب نه ٿيندي اُساڻي وادي ڪڏهن.

هتي ٿيا ٿي - سدا ئي سمن آرائي آهن.)

آمين

دعاگو - غلام احمد ڪمال.

15.11.1990

مورو جهنگو

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوائ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

ڄَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليگڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نـہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نـہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تـوڙي نيـرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)